ڳالهه ڪئي مونکي لاءِ ليار ته آهيان ته مهاتما ڪو اولاد ڏيئي سگهن ٿا. ڇوڪرو تعويذ ڏيکاري ۽ چيائين تعويذ کولي پڙهيائين ته وني ڪليائين ۽ چيائين، "اڙي ڀائي! هي ته ڪو منتر آهي. سنتان ته ڀڳوان جي نصيب ۾ لکيل هو، تعويذ ۾ ڇا ڪونهي، هي ته رڳو پاکنڊ آهي." تنهن تي هو انهيءَ مهاتما وٽ ويو ۽ چيائينس ته هي تعويذ ته آهيئي ڪوڙ. هن ۾ ته لکيل آهي "ڏيکان ڦليان" تنهن تي مهاتما چيس. ڇوڪرو ڀائي! ڏيکان ڦليان ها نه ڦليان." بس ٿوري عرصي ۾ سڀ ڏاڙون پٽ گذاري ويس.

اڄ مون هڪ اردو اخبار ۾ پڙهيو.

١. پرماتما ڀڳتيءَ سان خوش ٿئي ٿو پر جو جوانيءَ ۽ ٻالپڻ ۾ ڀڳتي ڪري ٿو ان سان وڌيڪ خوش ٿئي ٿو.

٢. پرماتما نوڙت ۽ نمرتا سان خوش ٿئي ٿو پر جيڪو ڌن دولت ۽ عهدي هوندي نمرتا رکي ٿو تنهن سان وڌيڪ خوش ٿئي ٿو.

٣. پرماتما دان سان خوش ٿئي ٿو پر جيڪو غريبيءَ ۾ دان ڪري ٿو تنهن سان وڌيڪ خوش ٿئي ٿو.

٤. پرماتما لالچيءَ سان ناراض ٿئي ٿو پر جيڪو امير ٿي ڪري به لالچي ٿئي ٿو تنهن سان وڌيڪ ناراض ٿئي ٿو.

٥. پرماتما پاپيءَ سان ناراض ٿئي ٿو پر جيڪو ٻڍاپي ۾ پاپ ڪري ٿو تنهن سان وڌيڪ ناراض ٿئي ٿو.

١٧ آڪٽوبر

اڄ راءِ صاحب هرناراڻ جن ٣ بجي منجهند جو چولو ڇڏيو. هو لڳاتار ٢½ مهنا بيمار رهيا. ڪين دل جي تڪليف هئي. پر آخري ١٢ ڏينهن ۾ پيشاب جي اچڻ ۾ به تڪليف ٿيندي هئي. ڪن اڻڄاڻ ماڻهن جي من ۾ شايد اها شنڪا پيدا ٿئي ته جنهن ماڻهوءَ ٢٠ سال پرماتما سان ساڌ سنگت جي

ته گرو نه ڪنهن جو ڪانئيندو آهي ۽ نه ٻڙرائيندو آهي، اهڙيءَ
ڪري اها شيوا من مت ۾ داخل آهي. جيڪڏهن ڪٿي
گرو سنگتيءَ جي دل رکڻ واسطي اهڙي شيوا قبول به
ڪري ته ڏهن ۾ سرشٽ شيوا اهائي آهي جا گروءَ کي وڻي.

## ١١ آڪٽوبر

راءِ صاحب هرنارائڻ جن سخت بيمار آهن. حضور جن اڄ
هنن کي ٢-٣ دفعا ڏسڻ ويا ۽ سندن واجهن عزيزن کي تاڪيد
ڪيائون ته راءِ صاحب جو ڌيان موهه ۽ ممتا جي ڳالهين ۾ نه
ڇڪيو. ائين نه ٿئي جو هيڏي شيوا ڪانپوءِ به انت سمي
هنجي آتم ڪلياڻ ۾ ڪو وگهن پوي.

اڄ هڪڙو خط گرمکيءَ ۾ مظفرپور جي پرسان ڪنهن ڳوٺ
مان آيو جنهن ۾ لکيل هو ته ستسنگين جي هڪڙي ڇوڪري
کي دل جي بيماري هئي. حضور جن کي عرض ڪيائون ته
هنن صلاح ڏني ته ڊاڪٽر جو علاج ڪرايو. علاج ڪرڻ سان
اها بيماري ته لهي وئي، پر وري ڳلو بند ٿي ويس. جڏهن
ڏيري درشن لاءِ آيا ۽ عرض ڪيائون ته ستگرو وري صلاح
ڏني ته ڊاڪٽر جو علاج ڪرايو. اهڙيءَ بيماريءَ ۾ فائدو ٿيو
ته وري هسٽيريا ٿي پيس. ماڻهن چيو ته ڀوت جو اثر اٿس
۽ ڪنهن ڀوتن ڪڍڻ واري کي وٺي آيا. جڏهن ڇوڪريءَ
کي سندس مرضيءَ خلاف جهاڙڻ لاءِ ڇڏيو ويو ته حضور جن
ڇوڪري کي درشن ڏئي چيو ته جهاڙڻ جي ڪا ضرورت
ڪانهي. ڊاڪٽر جو علاج ڪرايو ۽ جڏهن ائين ڪيائون ته
ڇوڪري ٺيڪ ٿي وئي.

جڏهن رات جو حضور جن راءِ صاحب وٽ ويا ته حڪم
ڪيائون ته سار بچن مان هي ٻه شبد:

"ڌام اپني چلو ڀائي پرائي ديش ڪيون رهنا."

## 9 آڪٽوبر

ڪالهه راءِ صاحب هرنارائڻ جن جي ٻاري ۽ ٻار آيل ته هو
ٻيهرش آهن. انهيءَ ڪري حضور جن اڄ صبح جو ڏيوي لاءِ
روانا ٿيا ۽ رات جو اُتي پهتا.

## 10 آڪٽوبر

راءِ صاحب جي حالت ڪافي نازڪ آهي. هنکي پيشاب
۽ دل جي تڪليف آهي. حضور جن فرمايو ته راءِ صاحب جي
جنم جنمانتن جي سنچت ڪرمن کي صاف ڪري پوءِ هنکي
وٺي وڃڻو آهي ۽ اهي ڪرم اچي ختم ٿيڻ لئي ويٺا آهن.
ظاهري ته راءِ صاحب کي تڪليف آهي پر در اصل ستگورن
جي مٿس وڏي مهر آهي.

شمس تبريز انهيءَ بابت ۾ مثال ڏيندي پنهنجي ديوان
(پستڪ) ۾ لکيو آهي ته مالڪ غالبجي کي اڪٽ الهيءَ لاءِ
هٿيدا آهن ته انجي سڀ مٽي ۽ ڌر اڪري رچي.

شام جو 6 بجي ستسنگ ٿيو جنهن ۾ سار بچن مان،

”هنسني ڪيون پيوي آر پالي،
ساگر چمر پرا گهٽ پيئي، پيوو سورت ٿالي.“ ۽
”هنسني چالو دود اور پيالي.“

۾ شبد ڪنيا ويا. ستگورن فرمايو ته هن دنيا جون لذتون
۽ وشيه وڪار پاڻي آهن ۽ شبد جو رس کير آهي. هنسني
يعني گورمک آتما هن دنيا جي لذتن کي ڇڏي ۽ پنهنجي
اندرين کي روڪي، اندر وڃي نام روپي کير پيئي ٿي.
اڳتي ستگورن فرمايو ته جيڪا شيوا ستگوروءَ کي منظور
هجي ستسنگيءَ کي اها ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته پنهنجي مرضيءَ
مطابق ڪيل شيوا سان ستگورو خوش نه ٿيندو. ڪي ستسنگي
گوروءَ لاءِ ڪپڙو ۽ ڪي مٺائي وغيره کڻي ايندا آهن پر ڇاڪاڻ

پوءِ پوري ٽيڻ کان پوءِ ارداس ۽ پڙهي وئي پر انهيءَ ۾

"سڀ سکن کو حکم هئه گورو مانيو گرنت"

۽ "گورو گرنت کو مانيو پرگهٽ گوران کي ديهه

جا کا هردا شڌ هئه کوج شبد ميں لي."

اهو شبد جو حصو نه پڙهيو ويو ڇاڪاڻ ته نه اهو گورو گرنت صاحب ۾ لکيل آهي ۽ نه ان جو ذڪر دسم گرنت ۾ ٿيل آهي. جي انهن مڃيو به وڃي ته گورو گرنت صاحب گورو آهي ته گوروءَ جو حڪم مڃڻ سک جو فرض آهي. گورو گرنت صاحب جي پتري پتري ۾ شبد ابياس جي تاڪيد ڪيل آهي. انهيءَ ڪري سک کي جڳائي ته انهيءَ شبد ابياس جو طريقو ۽ جڳتي سکي انجي ڪمائي ڪري، گرنت صاحب ۾ صاف لفظن ۾ اپديش ٿيل آهي ته صرف پاٺ ڪرڻ سان مڪتي نه ٿيندي جهڙوڪ:

"پڙهيئي جيتي آرجا پڙهيئي جيتي ساس،

نانڪ ليکي اڪ گل هور هومي جکن جاک."

پوءِ کان پوءِ حضور جن ٻاهر لفرڃ لاءِ نڪتا ۽ گفتگو ڪندي فرمايائون ته مان پرماتما جو شڪر ڪيانتو جو منهنجو اولاد نيڪ ۽ لائق آهي ۽ سيئي پنهنجي پيرن تي بيٺل آهن. پنهنجو گذر بسر ڪندي ساڌ سنگت جي به شيوا ڪن ٿا. منجهن ڪي به برائون عادتون ڪونهن جيئن عام طور زميندارن جي ٻارن ۾ ڏسڻ ۾ ايندڙون آهن. جيڪو ساڌو پنهنجي روزي ڪمائي لوڪن کي نيڪ هدايت ڪريٿو سوئي اصلي ساڌو آهي. ڇاڪاڻ ته ٻين کان وٺي کائڻ سان پڳتي ڦلدائڪ نٿي ٿئي. اهڙو ساڌو جنهنجي ٻه گهر رهيٿو الي ڪيس گهر وارن جي مرضيءَ مطابق رهڻو پوي ٿو پر جيڪو پاڻ ڪمائي کائي ٿو سو آزاد رهي ٿو.

لڳي حضور جن اها ڳالهه وٺ. اجازت ــ کان
حضور جن) کان ــ اجازت ورتي. ۽ حضور جن کي
جي. ڇولي ڇڏڻ کان ــ چار ڏينهن اڳ ۾ حضور جن کي ڇوٽا روڪيو.
اراض اي ڇپائڻ ته اوهين مون کي وچڻ کان ڇوٽا ڏي لــ ان
آخر حضور جن هندي واپس وڃي ڪرس اجازت ڏي لــ ان
وقت تي سندس سرت الدر لڳي وئي. ۲۸ ڪلاڪ لڳاتار
الدر رهي، سندس جوالي جوت ۾ سمائجي وئي.
وڏي ڀاڳوان استري هئي جو پنهنجي پتيءَ جي هٿن ۾
ڏيري ڇهڙي پوار استان لي، مالڪ جي پرام ۽ پيار ۾ ڇولو
ڇڏيائين. ستسنگ کان پوءِ سڀني سنگت لاءِ حضور جن جي
صاحبزادن ڪاڏي جو عمدو پربند ڪيو.
سڪندرپور ۾ حضور مالڪن جو پنڌارو ۷ آڪٽوبر ليندو.
الهيءَ ڪري حضور جن ۳ تاريخ هتان روانا ٿي ۵ تاريخ
الي پهتا.

۷ آڪٽوبر

مرڪي، امرواپور، جلندر ۽ اين شهرن مان مهمان ڪافي
تعداد ۾ هتي آيل آهن. حضور جن سڀني مهمان جو سواگت
ڪيو. ۱۲ بجي مهمان کي ڪاڏو ڪارائي پوءِ سنگت ۽ غريب
غربن کي ڪارايو ويو. شام جو ۵ بجي ستسنگ ٿيو جنهن
حضور جن فرمايو ته روحاني ترقيءَ بنا رضا تي رهي ر
ڏکيو آهي بلڪ ناممڪن آهي. غريبي دک ۽ سنگت
اهوئي مالڪ جو شڪر ڪري سکيو جنهن روحاني تر
حاصل ڪئي هوندي. آخر ۾ حضور جن فرمايو ــ مهم
اها هدايت آهي ته هر ڪو پنهنجي پنهنجي ڌرم ۾ ر
سرت شبد جو اڀياس ڪري. ڌرم بدلڻ سان پرماتما تائ
بلڪ گوروءَ جي مدد ۽ سرت شبد جي اڀياس ڏريعي
الڪ جو ميلاپ ممڪن آهي.

آهي. انهيءَ ڪري ٻارڙوءَ جي ٻچڙيءَ طرف لڳيئي نٿو؛
سمورن وقتن ۾ ڪيترن قسمن جا ڦرنا پيدا ڪري ٿو. هر موت
کان پوءِ جيو کي ڌرمراءِ وٽ پيش ڪيو وڃي ٿو جو هن کي
پوءِ ٻيءَ جون ۾ اڳلاڙو ڇڏي. مطلب ته اول نمبر بدمعاش
وانگر هن کي هميشه هٿڪڙي لڳي رهي ٿي. جڏهن ڪا
آتما ستگور کان اپديش وٺي ڪمائي ڪري مٿين منڊلن ۾
وڃي ٿي ته هن کي ڏسي ديوي ديوتائون رشڪ ڪن ٿا
ته جيڪر اسين به منش ديهه ۾ هجون ها ته ڪمائي ڪري
انهن وانگر مٿي وڃون ها. ڇاڪاڻ ته ديوي ديوتائون صرف
پنهنجي شڀ ڪرمن جو ڦل ماڻي رهيا آهن ۽ هنن جو ڌيان
ڀڄن بندگيءَ ۾ نه، صرف عيش عشرت ۾ آهي. پر اسين
اهڙا عجيب عقل وارا آهيون جو انهن ديوي ديوتائن کي پيا
پوڄيون. آخر ۾ حضور جن فرمايو ته جڏهن باباجي مهاراج جن
اهو فيصلو ڪيو ته ڪانئن پوءِ مون کي ڪم ڪرڻو آهي تڏهن
۱۸۹۸-۱۸۹۹ ۾ مون کي حڪم ڏنائون ته هاڻي تنهنجي لاءِ
گرهستي جيون نه آهي. پوءِ باباجن ماتاجن (حضور جن جي
ڌرمپتني) کي گهرائي پڇيو ته تنهنجو ڪهڙو خيال آهي.
جنهن لاءِ هن جواب ڏنو ته توهانجو حڪم ست وچن ڪري
مڃيندس. منهنجو به انهيءَ طرف خيال ڪونهي. انهيءَ ڳالهه
کي ۴۵-۴۶ سال ٿيا پر هن ڪڏهن به مون کي پتي ڀاو سان
نه ڏٺو ۽ نڪو مون ڏانهس استري ڀاو رکيو.
سڄي عمر گروءَ جي حڪم کي نباهيائين ۽ گذريل پنجن
سالن کان سندس هن دنيا مان وڃڻ جي خواهش هئي.
دراصل اهي ۲ سال مون ئي کيس روڪي رکيو هو ته پنهنجي
پنهنجي پوٽن جي شادي ڏسي وڃي. اندر ۾ جڏهن باباجي
مهاراج جن کي عرض ڪندي هئي ته هاڻي وٺي هلو ته باباجن
جواب ڏيندا هئا ته اسان کي ڪو اعتراض ڪونهي پر بابوجن

## باب پنجويهون

### ڏلهائوسيءَ جو ڏورو، ماتا ڪشن ڪور جو ڀوڳ ۽ راءِ صاحب هرنارائڻ جن جو چولو ڇڏڻ

٢٣ سيپٽمبر ١٩٤٤

صبح جو حضور جن ڏلهائوسيءَ لاءِ روانا ٿيا ۽ اٽڪل ١٢ بجي اتي پهتا. هتي ڪافي ٿڌ آهي. رات جو ڳالهه ٻولهه ڪندي حضور جن فرمايو ته باباجي مهاراج جن جي جوتي جوت سمائڻ کان پوءِ به پاڻ ڪافي عرصي تائين نام دان نه ڏنائون. هڪ دفعي حضور جن آگري چاچاجي مهاراج جن وٽ ويا ۽ اُتي ٽي چار هفتا لڳاتار انهيءَ ئي ڳالهه تي بحث ٿيندو رهيو. چاچا جن بار بار حضور جن تي زور ٿي ڀريو ته نام ڏيو. پر حضور جن اهين چوندي انڪار ٿي ڪيو ته مون کان اهو بوجهه کڻيو نٿو ٿئي. توهين ٻئي ڪنهن ساڌوءَ کي ان ڪم لاءِ موڪليو. تنهن تي چاچا جن مهاراج جن کان پڇيو ته توهين مون کي ڪهڙي ڀاونا سان ٿا ڏسو؟ حضور جن جواب ڏنو ته مان توهان کي حضور سوامي جي مهاراج جن جو ننڍو ڀاءُ ٿو سمجهان ۽ ڇاڪاڻ جو باباجي مهاراج جن ۽ توهان جو هڪ ٻئي ۾ گهرو پريم هو انهيءَ ڪري توهان کي باباجي مهاراج جن جو روپ ڪري سمجهان ٿو. انهيءَ تي چاچاجي مهاراج جن فرمايو ته پوءِ توهان کي اسان جو چوڻ مڃڻو ٿي پوندو ۽ هاڻي نام ڏيڻ شروع ڪيو. حضور جن پوءِ اسان کي چيو ته نام ڏيڻ کان پوءِ به سندن من تي تيستائين بار

۽ سماج ڀلا ھنجي واسطي ٿي ھوندي آھي پر جي پنھنجي
ڀلا مان اين کي حصو ڏئي ته سندس مرضي. ”بارہ ماہ“
جي شبدن مان پھرين اين ۾ ٻئي آکاڙ ۽ ساوڻ ۾ دنيا جي
ماڻھن جي حالت بيان ڪئي وئي آھي. جڏھن ٻالڪ ماءُ جي
گرڀ ۾ ھوندو آھي ته ھنکي جنمن جنمن جي خبر ھوندي
آھي. ان وقت ھو پرماتما کي پڪاري چوندو آھي ته جي
مونکي ھن نرڪ مان ٻاھر ڪڍندين ته مان سواس سواس
۾ تنھنجو نام جپيندس. پر جيئن ئي ماتا جي گرڀ مان نڪتو
ته مايا جي پرڀاو ڪري سڀ ڪجھ وسري ويس ۽ دکن
اچي چئني طرفن گھيريس. ڪڏھن بک ڪڏھن پياس ۽
ڪڏھن بيماري، ڳالھائي سگھي ڪونه، ماءُ پيءُ حيران، بيماري
ھڪ، دوا ٻي، سور ڪن ۾ ته ڏيس ٿا جلاب، مطلب ته
دک ۾ دک. وري جڏھن ٿورو وڏو ٿئي ٿو ته ھي چاھي ٿو
ته سڄو ڏينھن نينگ ٽپا ڏيان پر مائٽ چاھين ٿا ته پڙھي.
جوانيءَ ۾ ڪام ھنکي حيران ٿو ڪري. شادي ٿي، ڇاوس
ٻار ته روزگار جي پريشاني. جي پورب جنم جي شڀ ڪرمن
جي ڪارڻ ڌن ڪمائين ته واہ نه ته ڪٿي وانگر پيسي
خاطر در در نوڪرون ڪائيندو. گھر جي خرچ سان پھچي نٿو
سگھي ۽ جيئن ڪٽنب وڌي وڌندو ٿيئن خرچ به وڌي
وڃندو. ڪڏھن ڇوڪرن جي پڙھائيءَ جو فڪر ته ڪڏھن
ڇوڪرين جي شاديءَ جو فڪر. انھن ڪندي پيرو اچي
ويو. مطلب ته دنيا جي پرپنچن ۾ ڦاسي ڪڏھن پرماتما جي
ڀڳتي ڪانه ڪيائين ۽ نتيجو اھو ٿيو جو انت واري جمدوت
پڪڙي ويس. ھا جي جيو کي سٽگورو نام دان بخشي ۽ ھو
ھنجي جي ٿوري گھڻي ڪمائي ڪري ته انت سمي جيڪر
سنڀال ٿئيس بادون (بدي) جي مھڙي ۾ سوامي جن فرمايو
آھي ته دنيا جي جيون کي ٽن قسمن جا دک لڳل آھن.

سمرن پڪو ٿي وڃي ته هلندڙ گاڏيءَ کي بيهاري سگهجي
ٿو. ستسنگي جي ويچار ڪري ته فلاڻي کي نام ملي وڃي
ته انهيءَ ۾ ڪو هرج ڪونهي. اهڙي حالت ۾ هن کي پرام
پيار سان سمجهائجي ۽ جي هن جي دل ڪري ته هن کي نام
وٺي ڏجي. جي ڪنهن کي زبردستي نام ڏيارو ته هن جا
ڪرم پاڻ تي کڻڻا پوندا. جيڪڏهن ڪو ستسنگي دل ۾
اها پرارٿنا ڪري ٿو ته فلاڻي شخص کي نام ملي پر جي
انهيءَ ماڻهوءَ جا ڪرم اهڙا آهن جو مالڪ ان کي نام ڏيڻ
نٿو چاهي ته پوءِ هنجي پرارٿنا مان فائدو نه ٿيندو. پر اهڙو
ارادو رکڻ ڪو خراب ڪم ناهي. تنهنجي گهر وارا انهيءَ
طرف لڳن يا نه پر تون پنهنجو ڀڄن ڪنهن به حالت ۾ نه ڇڏج
چاهي ڪٽي سڄي زندگيءَ ۾ پڙدو نه کلي. سمرن ٿي خاص ساڌن
آهي ۽ سمرن جي ذريعي ٿي ساڌڪ اندر وڃي سگهي ٿو.

٧ سيپٽمبر ١٩٤٤

اٽڪل ١٥ ڏينهن جي بيماريءَ بعد اڄ شام جو ٤½ بجي
حضور ماتا (ماتا ڪشن ڪور) چولو ڇڏيو ۽ ست لوڪ سڌاري.
جڏهن مون ٥ سيپٽمبر تي سندن آخرين درشن ڪيو ته
اهتري قدر ڪمزور ٿي ويئي هئي جو ماڻهن کي سڃاڻي
نٿي سگهي. انهيءَ کان پوءِ ڪجھ ڏينهن سندس ڳالهائڻ بند
هو. ٥ سيپٽمبر حضور جن هنکي اندر درشن ڏنو ۽ گذريل
٣-٤ ڏينهن کان هوءَ حضور جن کي اهوئي عرض ڪري رهي
هئي ته مونکي هاڻي هن دنيا مان وٺي هلو. ٥ تاريخ
حضور جن کيس چيو ته چڱو هاڻي پنهنجو ڌيان اندر رک. بس
انهيءَ کانپوءِ سندس ورتي اندر ٿي رهي. سياءَ جي سرل ۽
سادي ۽ سدائين پيئي مشڪندي هئي. سڀني ستسنگين
سان مٺ محبت جو وهنوار ڪندي هئي. انهيءَ ڪري،
سندس چولو ڇڏڻ تي سڀني کي گهرو شوڪ ٿيو.

واٽ مسافرن ۾ هڪڙي پاسي مڙدا پئي سڙيا ۽ ٻئي پاسي ڪي
ايڪتاري ساڌو پنهنجي روٽي لاهڻ جي ڌن ۾ لڳا پيا هئا ۽
ڪي گهوڙا پنهنجي وڪري ۾ مست هئا. اهي ماڻهو
جيڪي مسافرن جي ارمان رهن ٿا، ان لاءِ روح واڙو ۽ مڙدن
جو جاڻا ڪاٻ، اهميت ناهي رکي. "دنيا آهي ڌرلڳي بابا."
حضور جن اٽڪل ١١ بجي رات جو ڏاري پهتا.

٦ سيپٽمبر ١٩٤٤

اڄ شام جو جيڪو پورن لاءِ نئون وڻاٽ لڳيو آهي انهي
ستسنگ ڪري انجو مهورت ڪيو ويو ۽ پرساد ۽ وراهيو ويو.

حضور جن،

"گرو چرن گرهه مهري آئي
پاڪ ميري سولي ڏئي جڳائي."

شبد جي وياکيا ڪندي سنگتون فرمايو ته گروءَ جا چرڻ
گهر ۾ اچڻ جو مطلب آهي ته جڏهن شش اڀياس ڪري تارا
سج ۽ چندرما جي منڊلن کي طئه ڪري ٿو ته هن جي اندر
سنگروءَ جا نوري چرڻ پرگهٽ ٿين ٿا ۽ سندس سنڌ قسمت
جاڳي ٿي. جڏهن سنگرو پنهنجي شيوڪن کي اوچن روحاني
منڊلن ۾ وٺي وڃي ٿو ته ٽريا پد، برهم ۽ پار برهم جا هنس
(آتمائون) لڳي ٿين ٿا ته جن کي سنگرو مليو آهي سي مٿي
پيا وڃن ۽ اسين هيٺي لڳي ويا آهيون. اهي هنس صرف
پنهنجي پنهنجي منڊل جي سولهن ۽ سوڀيا واسطي آهن ۽
مٿي نٿا وڃي سگهن.

جن کي هن دنيا ۾ پوري گروءَ جي شرڻ ملي ٿي سي
سچکنڊ کان مٿي اناهي دش تائين وڃن ٿا. رشي منيٰ
ديوي ديوتائون سنسگين کي مٿي ويندو ڏسي سگهن ٿا ته
جي انهن کي مدش ڏاهه هجي ها ۽ سنگرو ملي ها ته هو.

... کيون پوء لوهار
لوهان ۽ گهٽيءَ ۾ لبرٽ بالرائون کين پوءِ لوهان تان پائرن
ر لوهان ۽ گهٽي ۾ جواب ڏنو تہ مون لوهان تان پائرن ڏنءِ
حال ڇو نيو؟ هن جواب ڏنو تہ ...  پاڻ کي ڏنءِ
راڻي سڄي ملڪيت لوهان جي ۽ مون کان اڳ
ري ۽ مان هنجي طرفداري ڪندو هوس ۽ مون کان وصيعت
وشيءَ جي حالت ۽ هن پنهنجي تالي مون کان وصيعت
ڪرالي. جي لون چاهين تہ مان هن کي سڀني ۽ وڃي ڇران
سيني پالرن کي پنهنجو حصو ڏي. لنهن لاءِ مون جواب
ڏنو تہ مولڪي هاڻي پوري گوروءَ نام روپئي دولت ڏني
آهي مولڪي اسيءَ ڪنهن چيز جي ضرورت ناهي. پوءِ مون
عرض ڪيو تہ مون ۽ جيڪي ڪميون ۽ ڪمزوريون آهن سي
الداو. ستگورون فرمايو تہ لو ۽ صرف اها ڪمي آهي جو لون
ڪورت ۽ سرشتيدار آهين. جي رشوت وٺڻ ڇڏي ڏني تہ
سولو ئي پوان. ۽ جواب ۽ حضور جن فرمايو
هڪ ستسنگيءَ جي سوال جي جواب ۽ سرڳ انهيءَ
تہ ڪاڻي طرف ڪال جي چار آهي. سب لوڪ ۽ سرڳ انهيءَ
پاسي آهن ۽ انهن ديشن ۽ جوڳي ۽ ڏسڻ ۽ ايندا آهن پر الان
متين ميدان ڏانهن ڪوبہ مارڪ ڪرلوي. ساڄي طرف وڏا
وڏا شهر آهن ۽ انهيءَ پاسي سرت شبد جا ايباسي نظر ايند
آهن. پر سنتن جو رستو وچون آهي جنهن کي سکمن يا شا
وڳ چئجي ٿو. اهو رستو سڌو سچکنڊ تائين وڃي ٿو. ساڄ
طرف سنت مهاتما سير ڪرڻ واسطي ايندا ويندا آهن.

۵ سيپٽمبر ۱۹۴۴

ڪلهہ هڪ برهمي ستسنگي سردار جوڳسنگهہ جو
ديهانت ٿيو. انهيءَ جي باري ۾ حضور جن ڪ
اڳيئي اشارو ڪيو هو تہ هو وڃڻ وارو آهي. اڄ ص
... حضور جن جي موجودگيءَ ۾ هن جو ستسنگا

جو حال ڏسڻ ويا ۽ مان به ستگورن سان گڏ ويس. هن کي
ڏسي ستگورن فرمايو ته هن جي سرت تمام مٿين منڊلن ۾
پرواز ڪري رهي آهي ۽ واپس اچڻ چاهي. هن جي
آنند ۾ ڀنگ وجهڻ ٺيڪ ناهي. جڏهن سندس آتما شرير ۾
واپس ايندي ته پوءِ هنکان حال احوال پڇجو. اڄ جڏهن هنجو
خيال شرير ۾ آيو ته هن پنهنجو سڄو اندر جو حال ٻڌايو ۽
چيائين ته ١٢ سال خوب محنت سان اڄن سمرن ڪيم پر رس
ڪونه آيو. هاڻي آنند اچي رهيو آهي.

اڄ نيپال ۾ گجرات جي هڪ ستسنگيءَ جي هيءَ چٺي
آئي.

”پرم دیالو ڪرپالو سري حضور ستگورو مهاراج جي راڌا
سوامي. هٿ جوڙي ونتي آهي ته ٢٧ آگسٽ جي ستسنگ
۾ مان حاضر هوس. ستسنگ جي سماپتيءَ کان پوءِ مون ڪجهه
عرض ڪرڻ ٿي چاهيو پر توهان فرمايو ته ڪڏهن اڳي
وقت ٻڌائج. مان انهيءَ ڏينهن واپس آيس ۽ توهان
اڳيان پنهنجي دل جو حال رکي نه سگهيس جو هيٺ لکي
رهيو آهيان.

٢٠-٢١ آگسٽ جي درمياني رات جو منهنجو دم گهٽجي
ويو ۽ مونکي جمدوت ڏسڻ ۾ آيا جن جي هٿن ۾ ڏنڊا هئا.
مونکي جڏهن سمرن ياد آيو ته جمدوت هليا ويا ۽ توهانجو
درشن ٿيو ۽ توهان چيو ته پتا! ڊڄ نه. توهين مونکي خود
ڌرمراءِ جي دربار ۾ وٺي ويا جتي پتو پيو ته غلطيءَ مان
مونکي جمدو [illegible] ڻ آيا [illegible] مون توهان کي عرض ڪيو
[illegible] هي ته نرڪ ۽ سرڳ ۾
ته [illegible]
[illegible] نهن کان وٺي پوءِ نرڪ
[illegible] ي گهور نرڪ ۾ پيل ڏسي

ڪرڻ نہ ڪپي. مولانا روم صاحب بہ فرمايو آهي تہ شش جي جنم وٺڻ کان اڳ بہ ئي گوروءَ کي هن جي پوري ڄاڻ هوندي آهي.

"پيش از زادن تو سالها، ديده باشندت بچندين حال ها."

پر تنهن هوندي بہ ستت پردي پوشي ڪندا آهن ڇاڪاڻ تہ جي ائين نہ ڪن تہ جيڪر وٽن ڪوبہ وڃي لاڀ وٺي نہ سگهي. تنهن ڪري سنسڪيءَ کي جڳائي تہ غريبي ۽ بيماريءَ ۾ بہ گوروءَ جو شڪر ڪري ڇاڪاڻ تہ گورو هن جي ڪرمن جو قرض لاهي کيس صاف ڪرڻ چاهي ٿو. اهڙي حالت ۾ ناراض ٿيڻ ۾ سنسڪيءَ جو نقصان آهي. گورو آرسيءَ وانگر آهي. جيڪڏهن ڪو عيب جوئيءَ جي خيال سان هن وٽ ايندو تہ پنهنجو نقصان ڪندو. جيڪڏهن پريم پيار سان ويندو تہ سندس هردو نرمل ٿيندو.

حضور جن شيرسنگهہ سوار جي وارتا ٻڌائي تہ ڪيئن هڪ ٻئي هن جا، امانت طور رکيل ٥ هزار روپيا هن جي وارثن کان اڪائي پاڻ کائي ويو. ليڪ شيرسنگهہ هن جو پٽ ٻڌجي آيو. اهي پيسا وصول ڪري جوانيءَ ۾ ئي مري ويو ۽ مرڻ وقت ڇٽي ويس. تہ مان اهوئي شيرسنگهہ سوار آهيان. انهيءَ کان پوءِ ڊاڪٽر ايشرسنگهہ پنهنجي گذاري واري پٽ سوهن جو داستان ٻڌايو تہ جڏهن هو پيدا ٿيو تہ حضور جن هن کي چيو تہ ٥ هزار روپيہ سوهن جي نالي رکائي ڇڏ ۽ جڏهن سوهن کان وڏي ڪڪيءَ جي شاديءَ لاءِ جمع ڪرائڻ لاءِ عرض ڪيم تہ فرمايائون تہ هن جي شادي اسين پاڻ ڪنداسين. اها ڪڪي تہ ننڍي هوندي ئي گذاري وئي ۽ جڏهن سوهن بہ بياس نديءَ ۾ ٻڏي مري ويو تہ منهنجي زال ڏاڍو رنو. تنهن تي ستگورن کيس چيو تہ سوهن وري اچي ويندو پر انهيءَ هوندي بہ جڏهن سندس روح راڙو بند نہ ٿيو تہ

إنسان پنهنجي زندگي روپي ڪشتيءَ ۾ چڙهي ۽ پاڻ جو وکر
ڀري سنسار روپي ساگر ۾ وهندو پيو وڃي. هن جي ڪشتيءَ
جو نه ملاح آهي ۽ نه ونجهه. سمنڊ به اٿاهه آهي جنهن جي
ڪنارن جو ڪو پتو ڪونهي. هزارين لکين سال لڙهندي
گذري ويا، جيڪڏهن ڪو پورو گرو ملي وڃي ها ته پار
اچي وڃون ها.

شام جو نه ستسنگ ٿيو. جڏهن کان پوءِ ٨ بجي رات جو
ڏيري پهتاسين.

٣ سپٽمبر

شام جو حضوري باڳيءَ مان،
”گرو کي موج وهو لم ڏار، گرو کي رضا سنڀالو يار.“
شبد جو ارٿ ڪندي ستگورن فرمايو ته شش کي گروءَ جو
امتحان نه وٺڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪو ٻاراڻي ڪلاس ۾
پڙهندڙ شاگرد ايم. اي. پاس ڪيل استاد جو امتحان وٺڻ جي
ڪوشش ڪري ته اها هنجي مورکتا چئبي.

مولانا روم صاحب فرمايو آهي.

”مريد شيخ را امتحان کند او خر است“

پوءِ حضور جن حضرت خضر ۽ موسيٰ جي وارتا ٻڌائي ته
حضرت خضر ٽي اهڙا ڪم ڪيا جن جو اصلي راز موسيٰ
سمجهي نه سگهيو. هڪ ته ڪنهن يتيم جي ٻيڙيءَ کي ٻڏي
ڇڏيائين، ٻيو ڪنهن نيڪ ماڻهوءَ جي هڪ ننڍي پٽ کي
ماري ڇڏيائين ۽ ٽيون ڪنهن ڪرندڙ ديوار کي بنا اجوري
سڌو ڏيهين ٽارو هٿي ٺاهيائين. ستگورن فرمايو ته جڏهن
ڪو سمجهه وٺ وڃي ٿو ته ڏسڻ سان ٿي هن کي الهيءَ جيو
جو شروع کان آخر تائين سمورو احوال معلوم ٿي وڃي ٿو.
الهيءَ ڪري سمجهه جيڪي ڪري ان تي ڪنهن کي اعتراض

فرمائين ٿا ته من جو ڇوڙڻ ۽ مٿو ڦاڪ الڳي ورتي ڪم ڪرائو
پر اهو آئي مشڪل آهي. جنهن ڪنهن سو سمجهو دنيا مان
بازي کٽي وئو.

۲ سيپٽمبر ۱۹۴۴

صبح جو ۸½ بجي زوالا لڳي ۱۰ بجي گرنٿ پڙهاسين.
جتي حضور جن ستسنگ فرمايو،

”جڳ مين گهور اندهيارا ڀاري،
تن مين نام کا پسارا.“

۽ ٻيو گرنٿ صاحب مان،

”ٻڪ بوهٿا لا ديا ڏيا سمند منجهار.“

شبدن جي وياکيا ڪندي فرمايائون ته آتمائون پنهنجي ڪرمن انوسار چوراسي لک جونين ۾ ڀٽڪن ٿيون ۽ عام طور گنهن جي ڀوڳڻ کان پوءِ منش جنم جو وارو ايندو آهي. مولانا روم صاحب به پنهنجي مثنويءَ ۾ لکيو آهي ته پٿرن مان نباتات ۾ آيس، پوءِ حيوانات ۾ ٿي آئيس، کان پوءِ منش جون مليم. منش جنم چوراسيءَ جي چڪر مان نڪرڻ جو موقعو آهي. سو ڪيئن؟ جڏهن ڪنهن پوري ستگروءَ وٽ وڃي ان کان سرت شبد يوگ جي ابياس جو طريقو سکي پنهنجي اندر انحد شبد کي پڪڙي مٿين روحاني منڊلن ۾ پهچي. انسان جي مستڪ ۾ پرماتما سڀني ڪنهن برهمنڊن جو نمونو رکيو آهي. شاسترن ۾ لکيل آهي ”جو پنڊي سو برهمنڊي“. مسلمان فقير انساني جسم کي ”عالم صغير“ سڏين ٿا جو عالم ڪبير (برهمانڊ) جو نمونو آهي. انگريزيءَ ۾ انهيءَ کي Microcosm ۽ Macrocosm چون ٿا. شبد کي پڪڙڻ لاءِ من ۽ اندرين کي وس ڪرڻ ضروري آهي. انهيءَ شبد ۾ سندر مثال ڏيئي گرو صاحب اپديش ڪيو آهي ته هرهڪ

لاءِ اوچو آهي. شري ڪرشن ڀڳوان ڀ. گيتا ۾ ارجن کي
اُپديش ڪيو آهي تہ سڀ ڪرم ڌرم ڇڏي منهنجي شرڻ ۾
اچ تہ مان توکي سڀني پاپن کان مُڪت ڪندس. اهڙن ڪرڻ
آسان آهي پر شرڻ وٺڻ مشڪل. ستگورو فرمايو تہ شرڻ ورلي
گورو انگد صاحب. جڏهن هو پنهنجي پالڻهار سان گڏ ڏاڍي
جي درشن لاءِ وڃي رهيا هئا تہ رستي ۾ گورو نانڪ صاحب
جو ستسنگ ٿي رهيو هو جو هُنن اهڙو موهت ٿي پيا جيئن
پروانو جوت کي ڏسي فدا ٿيندو آهي. اها حالت ورلي
پراڻين جي ٿيندي آهي ۽ انهن کي ئي پرمارٿ جو خزانو
سيتگورو بخشيندو آهي ان کان پوءِ گورو ارجن صاحب جن
جو مشهور شبد ساون کي چيتڻ ڪيو ويو. ساون جو مطلب
آهي منش جنم ۽ چيتڻ جو ارٿ آهي بيدارن جي ڪشتي.
گورو صاحب جو مطلب آهي تہ هرهڪ انسان جي اندر ڏاڍي
ڳڻ يعني ستل، سنتوش، وويڪ، ويراڳ ۽ ڪما جو ڪام
ڪروڌ، لوڀ، موهہ، اهنڪار اُسري وڪارن سان هر وقت
مقابلو ٿي رهيو آهي. اڳتي فرمائن ٿا تہ منهنجي جسم روپي
۾ ڏاڍي ڳڻ جي فتح ٿي ۽ هاڻي اندر سک ۽ شانتي آهي.

٢١ آگسٽ

اڄ صبح جو حضور جن ماسٽر تاراسنگهہ کي امرتسر ۾
ڳنڍڻ ويا ۽ شام جو امرتسر ستسنگ گهر ۾ ستسنگ ٿيو.

"گرو جيون تہ سنڀار،
ليرا لرلي بيتا پرم مين."

شبد جو ارٿ ڪندي مهاراج جن فرمايو تہ انسان جو من
ئي هنکي پرماتما کان جدا ڪري ويٺو آهي. من ٿي اسان کي
اندرن جي ڀوڳن ۾ ڦاسائي ويٺو آهي ۽ پوري گوروءَ کانسواءِ
من جي چالاڪين کان بچڻ ناممڪن آهي. سوامي جي مهاراج جن

٢٦ آگسٽ ١٩٤٤

اڄ صبح جو حضوري ٻوليءَ ۾ هان،

"ابهي تن دولت لمرلي پايا
ڪومت جمر پدڪا جب ڪايا"

شبد ڪبير وارو اهڙو اوچو اپديش مون ڪڏهن اڳي گرنٿ ٻوليءَ ۾ نه پڙهيو آهي.

٢٧ آگسٽ

"گورمتا الوڪا درسا مون سرس شبد جا ڳي ٻرسا.
ليلا گهٽ ڏڪي ٻاري هوئي سرس گڪن ٻهاري."

شبدن جي وياکيا ڪندي ستگورن فرمايو ته دنيا ۾ ٻه مت آهن هڪڙو گور مت ۽ ٻيو من مت. ٻوري گوروءَ کان هدايت وٺي اڀياس ڪرڻ گور مت آهي باقي دنيا جا عام مت متالتر سڀ من مت جي دائري ۾ آهن. ٻورو گورو پنهنجي شش جي آتما کي شبد يا نام سان جوڙي ٿو ۽ پوءِ هو اڀياس دواران متين روحاني منڊلن جا نظارا ڏسي ٿو. الهن سوکيم ۽ ڪارڻ لوڪن ۾ اهڙيون ٻرسي رهيو آهي جنهن کي آتما ٻڌي ٿي ۽ الهيءَ ڪري آتما کي ٻهاري ڪوٺيو ويو آهي.

"ٽس دوڪي ڪڙڪي ڪولي" جو اشارو الدر ٽين روحاني مارڪ ڏانهن آهي. ٽريا پد ۾ جڏهن آتما پهچي ٿي ته اڳتي وڃڻ لاءِ رستي ۾ هڪ ٻاريڪ سوراخ آهي. سکمن کي مسلمان فقير شاهه رگ چون ٿا ۽ ٻرا ها ناڙي اکين کان متي ۽ اندر آهي ته ڪ گلي ۾ جيڻي عام ماڻهو خيال ڪندا آهن.

٣٠ آگسٽ

ستسنگ ۾،

"ستگور شرن گهر ميري پياري ڪرم جڪاس چڪائي."

شبد جي وياکيا ڪندي ستگورن فرمايو ته شرن جو دوجو

## باب چوويهون

## ڏيري ۾ رهائش

## ۲۵ آگسٽ کان ۲۲ سيپٽمبر ۱۹۴۴ع

۲۵ آگسٽ ۱۹۴۴

اڄ شام جو گورو امرداس صاحب جن جو شبد

”نهچل ايڪ سدا سچ سوئي

پوري گور ني سوجهي هوئي.“

ڪيو ويو. چاڪاڻ ته ۳-۲ سک آفيسر امرتسر مان آيا هئا. حضور جن فرمايو ته ستگوروءَ بنا پرماتما نٿو ملي سگهي. ويد برهم مان اُتپن ٿيا ۽ هي ويد انهن کان نيارا آهن. ڏو اصل، برهم منڊل مان ويدن جي ڌُن اٿندي جهمڪي رشين مهاوڪ ڪرليو. انهن ڌنين کي ٻڌي رشين هنن ٻاهرين ويدن جي رچنا ڪئي. گرنٿ صاحب ۾ لکيل آهي ته واڃڪ گيائي ويد پڙهي ادمف مباحثي ۾ ٿي لڳا رهن ٿا ۽ سندن اندر جيڪو شبد روپ ۾ برهم آهي لنهدي لٿا ٻڪڙان چاڪاڻ ته برهم منڊل ۾ ڪارڻ مايا آهي ان واسطي برهم جي مڪتي دائمي ناهي صرف ڪلپ پريت آهي. ۹۹۸ چوڪڙي جڳن جو ڪڙو ڪلپ ٿيندو آهي. ( ۴۳۲۰۰۰۰۰۰۰ سال )

پنهنجون ڪيترائون ڪوتائون پڙهيون جي اسان سڀني کي
ڏاڍيون وڻيون. هڪ ڪوتا پرماتما جي تلاش متعلق هئي.
اها ڪوتا ٻڌي حضور جن فرمايو ته پرماتما سرو وياپي آهي
پر انهيءَ اوستا ۾ اسانجي ڪابه مدد نٿو ڪري سگهي. نڪي
پاڻ ڪندي اسان کي روڪي ٿو ۽ نڪي مصيبت وقت
اسان جي فرياد جو جواب ڏئي ٿو. پرماتما جو سرو وياپي هئڻ
ائين آهي جيئن کير ۾ گيهه. جيئن ترڪيب سان کير مان گيهه
ڪڍجي ٿو تيئن جڏهن اندر جو ڀيدي گورو ملندو ۽ الکان
نام وٺي ڪمائي ڪري اکين ڪان مٿي شو نيتر تائين پهچبو،
تڏهن پرماتما نظر ايندو. انهيءَ ڪري سڀني شاسترن ۾ گوروءَ
جي ضرورت تي زور ڏنو ويو آهي. ويدن ۾ صرف ست
مارگ جي ڀيرن ان منزلن جو ذڪر آهي.

## ٢١ آگسٽ

اڄ ستسنگ ۾ ڪبير صاحب جي انهن شبدن جي وياکيا
ڪئي ويئي. شام جو سير ڪندي حضور جن ڪنهنجي سوال
جي جواب ۾ فرمايو ته ترپا پد جون آتمائون ڪڏهن
هن منڊل جي ماڻهن کي ڏکاري ڏينديون آهن پر انهن جو
ڪوبه نقصان نٿيون ڪري سگهن. صرف ڪمزور دل ۽ ڀرمي
ماڻهو گهبرائجي ويندا آهن.

۳ آگسٽ ۱۹۴۴

اڄ صبح جو حضور جن ترلتارن، بابا ديوا سنگهه جن کي بابا بڪاسنگهه جي جاءِ تي گدي نشين ڪري ڇڏيو. اهڙي طرح ٽنهي سٽسنگ ٿيو ۽ پوءِ شام جو ۳، ۴ بجي گدي نشينيءَ جي رسم شروع ٿي. حضور جن بابا ديوا سنگهه جن کي فرمايو ته توهين سنت بڪا سنگهه جي جاءِ تي ڪم ڪريو ۽ هن وانگر سٽسنگ ڪرايو ۽ نام ڏيو ۽ سچي سنگت سان پريم پيار ورتاءُ رکو. پوءِ سنگت کي هدايت ڪيائون ته جهڙي طرح اوهين اڳين مهاتما جو سنمان ڪندا هئا ليڪن هن جو به ڪريو ۽ جڏهن توهين سروج ۽ چندرما اوڪي پار ڪري اندر ويندا ته ڏيري جي سٽسنگين وانگر توهانکي به ٻنهي مهاتمائن جو نوراني روپ ۾ درشن ٿيندو. اهڙي طرح باباجي مهاراج جن جي چولي ڇڏڻ کان پوءِ سٽسنگين کي بابا جن ۽ سندن جانشين حضورجن جو ٻنهي درشن ٿيندو رهيو.

۴ آگسٽ

اڄ فيروزپور ۽ قصور جي دوري لي حضور جن روانا ٿيا ۽ ۹ آگسٽ ڏيري موٽي آيا.

۱۰ آگسٽ

اڄ سنت ديواسنگهه، سنت بڪاسنگهه جا ڦل ڏيري کڻي آيا جي بياس ندي ۾ پرواڻ ڪيا. حضور جن هن کي ٻهراڻ هدايت ڪئي هئي ته توهين مهاتما جي سماڌ نه ٺهرائجو ڇاڪاڻ هو پوءِ سٽسنگي مورتي پوڄا ۾ لڳي ويندا.

۱۳ آگسٽ

حضور جن اڄ ڪالڪا جي بس لاءِ روانا ٿيا. رستي ۾ چلڻ پوريءَ هڪ ڏرمشالا ۾ پرتاب جي ڪاڻ لوسٽر پيٺو. الي. هڪڙو لاهور جو حڪيم گڏيو. هو ڪري ٻ هز ۽ هن

جي ڇڙن ۾ ڪٽي رکندو آهيان. آئينده سال مان اهڙي طرح لوهاڻجي قابوءَ ۾ نہ ايندس.

٢٩ جولاءِ ١٩٤٤

صبوح جو،
”ڪال ني جڳت عجب پرمايا،
مين ڪيا ڪيا ڪرون بکان.“
شبد جي وياکيا ڪندي ستگورن فرمايو تہ دنيا جا گهڻا ڌرم ۽ مذهب ڪال ۽ ديال جي ڀيد کان ناواقف آهن. هو ڪال کي ئي پرماتما سمجهي اُنهيءَ جي پوڄا ڪن ٿا حالانڪ ڪال ٽرلوڪي ناٿ آهي ۽ چوٿين لوڪ يعني ست لوڪ ۾ نٿو وڃي سگهي. هو آتمائن کي نہ پيدا ڪري سگهي ٿو ۽ نہ انهن کي ناس ڪري سگهي ٿو. هن ڪئين جڳهہ ڦٽي ڪري آتمائون ستپرش کان ورليون جنکي لن من جي ڦيرن ۾ قيد ڪري ڪڏهن سرڳن ۽ نرڪن ۾ تہ ڪڏهن چوراسيءَ ۾ ڦيرو چڪر ڏياري. ڪنهن کي بہ ستپرس ديال جو پتو ئي لڳڻ نٿو ڏئي ۽ سندس اِها اِڇا آهي تہ آتمائون سدائين سندس دائري ۾ رهن ۽ سندس ٽرلوڪي آباد رهي. سنت ستلوڪ مان آتمائن جي اُڌار لاءِ اچن ٿا ۽ جيون کي اُپديش ڪن ٿا. تہ هي ديس لوهاڻجو ديس ناهي، هيءَ قوم لوهاڻجي قوم ناهي. لوهاڻجي اصلي ديس ست لوڪ ۽ اصلي قوم ستنام آهي. لوهين ڪال جي نگري، جا مايا ۽ ڪرمن جي قانون جو ديس آهي ڇڏي اسان ساڻ گڏ هلو.

٣٠ جولاءِ
صبوح جو ٨ بجي ستسنگ شروع ٿيو. ماهواري ستسنگ جي ڪارڻ ٥٠، ٦٠ هزار سنگت اچي ڪٺي ٿي. ٣١ تاريخ ۽ ١ آگسٽ نام دان ڏنو ويندو.

# باب ٽيويهون

## ڏيري ۾ رهائش ۽
## ڪالوءَ ڏي ٻئي جو دورو

۲۸ جولاءِ ۱۹۴۴ع

حضورن جي جنم ڏڻ ڪارڻ ستسنگ لاءِ ماڻهو لڳاتار اچي رهيا آهن ۽ ڏيري ۾ ڪيترا ستسنگي پنهنجو سامان ورانڊن ۾ رکي ويٺا آهن. جن کي پنهنجا مڪان آهن سي سندن دوستن ۽ مائٽن سان بلڪل ڀريا پيا آهن.

صبح جو ستسنگ سار بچن ۽ گرنٿ صاحب جي شبدن جو ٿيو جنهن کان پوءِ بلسراءِ جي واڳين ڪيرتن ڪيو ۽ هڪڙو شبد جو خاص سڄي سنگت کي پسند آيو سو هو:

”موري ڏن ڇهن لاڳيا پيهي ساون آيا“

شام جو ”ستگرو ڪا نام پڪارو“ شبد ڪيو ويو ۽ انهيءَ ڪالوءَ مختلف شاعرن پنهنجون ڪوتائون پڙهيون. سنگت کي ۽ ڪوتائون ڏاڍيون پسند آيون پر حضور جن فرمايو ته مونکي پنهنجي ساراهه پسند ناهي. توهان ته مونکي خدا جو به خدا ڇڻي آسمان تي چاڙهيو پر مان ته اڃا شيوڪ به نه ٿيو آهيان. جي مونکي ستگرو شيوڪ بنائي ته به. مان جيڪر شڪر ڪريان. مان ته گنهگار بندو آهيان. جڏهن توهين منهنجي تعريف ڪريو ٿا ته مان پنهنجي سرت کي باباجي مهاراج جن

ٿن کي دين کان خارج ڪيو ويجي. انهن مان ڪن حضور جن کي لکي موڪليو ته ڌرمشالا ۾ عربي ۽ فارسي عالم ڪنا ٿيندا ۽ ٿوهين اچي انهن سان بحث ڪريو. حضور جن ته رسائيءَ وارا مهاتما آهن ۽ هو صرف عالم فاضل آهن. هو سمجهن ٿا ته هوئي خدا جي دربار جا پهريدار آهن ۽ سندن اجازت بنا الي ڪير به اتي وڃي سگهي. اها سندس دعوي بلڪل بي بنياد آهي ڇاڪاڻ جو خدا جو عاشق جنهن رستي ٿان وڃي مالڪ سان ميلاپ ڪن ٿا تنهن کان اهي ودوان بيخبر آهن. حضور جن انهن کي جواب ڏياري موڪليو ته کين فرصت ڪانهي ۽ نڪو هو بحث مباحثي ۾ پوڻ چاهين ٿا.

۲۴ جولاءِ

اج ڪالڪ جي بڙ مان حضور جن روانا ٿيا ۽ شام جو جالندر پهتا.

راماسامي جو وارو آهي. حضور جن قريب ٧٠٠ زالن ۽ مردن کي نام ڏنو ۽ سڄو ڏينهن ڏاڍو مشغول رهيا.

٢٠ جولاءِ

اڄ شام جو ٣ بجي ستسنگ ٿيو. مان ڏسي وڏو هرس ٿي هيس ته پهاڙن ۾ زالن ۽ مردن جو جٿو هڪ سمنڊ ٿي نظر آيو. سڄو ميدان ڪچا ڪچ ڀريل هو. رستي تي ڪيترا دڪان به لڳايا هئائون. جٿ مٿاڪ ٻڌي لکيو پيو هو:

"جڳ ۾ گهور اندڌيارا ڀاري"

شبد ڪيو ويو ۽ پوءِ گرانٽ صاحب مان،

"اس غنا ۾ اڪٿ پنداوا." پهري شبدن ۾ اهو ئي اپديش آهي ته پرماتما انسان جي اندر آهي ۽ مڪتيءَ جو مارگ انسان جي اندر آهي. ٻاهر مڪي ڪرم ڌرم سڀ اجايا آهن. انهيءَ مارگ جو ڀيد پوري گروءَ کان ملي ٿو. اڄ ستسنگ هلڻ ٿي ته اڄي ميهن پيو هئي جنهن ۾ پهاڙي مرد ٿوڙي استرين پاڻ سان ڇتريون ڪٽي کڻندا آهن. سڀني وٽ ڇتريون کوليون ۽ مٿان اهي پڻ نظر آيو ڄڻ ڪارا ڪاوا لٽڪيل هئا. سنگت جي مرضي هئي ته ستسنگ جاري رکيو وڃي. پوءِ ستگورن ٽاسي صاحب،

"دل ڪا حجره صاف ڪر جانان ڪي آني ڪي ليئي."

شبد جي وياکيا ڪندي فرمايو ته "شاه رگ" جو مطلب هڪ وار جهڙي باريڪ ناڙي آهي جا پورو گرو اپاس ۾ اندر ڏيکاري ٿو ۽ انهيءَ مان لنگهي اڀياسي مٿين روحاني منزلن ۾ ويندو آهي.

ڪاله حضور جن ڪجهه مسلمان ليڊين کي نام ڏنو جي ڌرمسالا جي ليڊين جا مائٽ هئا. انهيءَ ٿي ڪن مولوين کي جوش آيو ۽ سڀني مرضي ٿي ته جن مسلمانن نام ورتو آهي

حضور جن فرمايو ته ڪرمن کان بچو ۽ سڀ کان وڏو پاپ
ڪنهن جي دل دکائڻ. خواج حافظ جن فرمائين ٿا ته
ب ڀلي پيءُ، قرآن شريف کي جلاءِ ۽ ڪعبي کي باهه
، جيڪي کپيئي سو ڪر پر ڪنهن جي دل نه دکاءِ.
ب نه من، وچن ۽ ڪرم سان ڪنهن جي دل نه دکايو ۽
مجهو پاڻ کي گوروءَ جي حوالي ڪريو. اهو آهي مکتي
صل ڪرڻ جو طريقو.

جولاءِ

اڄ صبوح جو جڏهن ترنتار پهتاسين ته معلوم ٿيو ته
ي جو سنت بابا بکاسنگهه اڳين ڏينهن لاءِ منجهند جو
چولو ڇڏي ويو. جڏهن حضور جن ڏيري ۾ اندر ويا ته
ڏٺائون ته سندن ستسنگي زار زار روئي رهيا آهن. حضور جن
هن کي چيو ته روئڻ بند ڪريو ڇاڪاڻ ته اهو سنت مت
جي اصول جي خلاف آهي. گورو امرداس جن به فرمايو آهي:

”مت مين پيڇي ڪوئي رووسي،
سو مين مول نه ڀايا.“

اهڙي طرح ٿي مهاتما جو فرمان آهي:

”ساڌ مري کيا رووئي، جو اپني گهر ڄائي،
رووو ساڪت باپڙي جو هاٽو هاٽ بڪائي.“

پوءِ حضور جن **سار بچن** مان ستسنگ ڪيو انهيءَ لاءِ ته
سنگت جو ڌيان ٻئي پاسي وڃي. سڀئي سنگت ٻه ڏينهن
ڪٺ ڪاڏو ڪونه هو انهيءَ ڪري اٽڪل ١٢ بجي سنسڪار
ڪيو ويو جنهن کانپوءِ لنگر ورتايو ويو. انهيءَ کان پوءِ سيٺي
کي تاڪيد ڪيائون ته جيڪا سنگت ٻاهران اچي انجي شيوا
ڪرائو ۽ کين تسلي ڏيو. انهيءَ کانپوءِ حضور جن اتان روانا
ٿي شام جو ٤ بجي ڏيري پهتا. ٦ بجي ستسنگ ٿيو.

۲۰

۽ باباجي مهاراج جن جـو پرامي دوست ۽ روپ ڪري
مدهاڻتو. ڄاڄاڻ جيو له جي انين آهي پرم لوڪي نام ضرور
ڦ پٽو پرلدو. هي سوامي جي مهاراج جن جو ڪم آهي ۽ هر
ڪرڊ لهڄي ڇتابل جيرن جي سنيال ڪندا. انهن لي مجبور
ٿي مون اها ڊ ٻاري همرار ڪئي. جڏهن لوهين ڇڱو تا لـ صرف
هڪ ستسنگيءَ لکيو لـ نو دوارن کي خالي ڪري
سمرن جي ذريعي ئي ايبا–ي ئو لـ پرم شبد پڌق
ستگروءَ جي چرن ڳائين پهچي سگهي لکاٻو لـ
جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ حضور جن جواب ۾ ستسنگيءَ
جي شبد پڌق بنا صرف سمرن جو سادن ڪندي
هي چولو ڇڏڻو لـ هن کي ٻيو جنم ولڻو پوندو چاڪاڻ لـ چڙهائي
صرف شبد جي دواران ممڪن آهي. ڪنهن ستسنگيءَ جي
سوال جو جواب ڏيندي فرمايائون لـ سوکيم سرار ۱۷ لڪن جو
ٺيڪو آهي.

**۲۱ جون**

اڄ صبح ڏيري لاءِ روانا ٿياسين. ۲۲ تاريخ صبح
امرتسر ۾ ستسنگ ڪري مڌهيد جو ڏيري پهتاسين.

**۲ جولاءِ**

اڄ سار بچن مان، "گرو ڪا ڌيان ڪر پياري،
بنا اس ڪي نهين ڇٽنا."
شبد ڪيو وار جنهن ۾ سوامي جي مهاراج جن فرمايو
لـ جي دنيا جي دکن کان ڇٽڻ چاهيو تا لـ دنيا جي مالڪ
ڌيان ڇڏڻو ۽ ستن جي سروپ جو ڌيان ڪرڻو. گرنٿ
۾ به لکيل آهي، "اڪال مورت هڪ ساڌ ستن ڪي،
ٺاهر نيڪي ڌيان ڪر."

پڙهڻ لائين ڏون ليڪ تي ويندا. صرف کيول ڪرشن کي
ٽي حضور جن جو درشن ٿيو. پوءِ توهان کيول ڪرشن کي
چيو ته سندرداس کي ٽيليفون ڪر ته اسانجي ڪار رواني
ڪري. ٿوري دير ۾ ڪار آئي ۽ حضور جن ان ۾ واپس روانا
ٿيا. هينئر کيول ڪرشن بلڪل ٺيڪ آهي.

## ١٧ جون

اڄ حضور جن مال روڊ تي گهمڻ ويا ۽ ٿورو آرام ڪرڻ
لاءِ ويٺا. ڳالهه ٻولهه ڪندي فرمايائون ته باباجي مهاراج جن
ڪئين دفعا هن دنيا ۾ جيون جي اڌار واسطي آيا آهن
جيتوڻيڪ سندن مرج نه هئي پر مالڪ جي حڪم انوسار
ايندا رهيا. ايبٽ آباد جي پرسان پانڊو جي پهاڙي جڏهن
ميدان هئي تڏهن به آئي هئا. پوءِ فرمايائون ته ستگورو جڏهن
کي نام ڏيندو آنڪي پنهنجي گوروءَ جي حوالي ڪري ڇڏي
ٿو ۽ پاڻ ذميواري نٿو کڻي. جيڪڏهن ڪنهن چنائل جيو
جي گورو مدد نٿو ڪري سگهي ته پوءِ انهيءَ گوروءَ جو
گورو يا سندس ڏاڏو گورو انهي مدد ڪندا ڇاڪاڻ ته
هنڪي پنهنجي گديءَ جي لڄ رکڻي پوندي آهي. نام جا
لفظ ٻڌائڻ ته آسان آهن پر متين روحاني منڊل تي جيون جي
سنڀال ڪرڻ ۽ سندن ڪرمن جو حساب ختم ڪرڻ نهايت
ڪٺن ڊيوٽي آهي. انهيءَ سبب ٿي باباجن جي جوابي جوت
سمائڻ کان پوءِ هڪ سال تائين مون نام ڪونه ڏنو. جڏهن
آگري چاچا پرتاپ سنگهه جي ستسنگ ۾ ويس ته اتي ٢٨ ڏينهن
منهنجو هنن سان انهيءَ ڳالهه تي ضد رهيو. هننجو زور انهيءَ
ڳالهه تي ته مان نام ڏيان ۽ مون انهن جي انڪار ڪيو ته
مان انهيءَ جي لائق ناهيان. آخرڪار چاچاجي مهاراج جن
هڪ ڏينهن جذبي ۾ اچي چيو ته تون اسان کي ڇا ٿو سمجهين؟
مون وراڻيو ته مان توهانکي حضور سوامي جي مهاراج جن جو

آهي ته جو نمرتا ۽ سچائي ڌارڻ ڪندو برائي ڀال ڪسي ماڻ
پڻ سمان سمجهندو سو ضرور پرماتما کي پائيندو.

### ٧ جون

صبح جو ٧½ بجي حضور جن ڊلهائوزيءَ لاءِ روانا ٿيا ۽ شام جو اُتي پهتا. رستي ۾ برسات پيئي ۽ ڊلهائوزي پهچي معلوم ٿيو ته بارش ڪارڻ ٿڌڪار وڌيڪ هئي.

### ١١ جون

اڄڪلهه حضور جن هتي آرام ڪري رهيا آهن. صبح شام اُتي وقت سير ڪرڻ ويندا آهن ۽ ٻين ڪسي به ڪاڻي وقت ڏيندا آهن ۽ اسان سڀني کي به هدايت ڪندا آهن ته پهاڙ ۾ اچڻ جو فائدو وٺو ۽ جيترو ٿي سگهي اوترو ٻين سمرن کي وقت ڏيو. مانٽگومريءَ جي هڪ ستسنگيءَ جي چٺي آئي جنهن مان پتو پيو ٿو ته حضور مهاراج جن پنهنجي ستسنگين جي ڪيتري نه سنڀال ٿا ڪن. چٺيءَ ۾ لکيل هو، " ٥ جون ١٩٤٤ تي ڪنول ڪرشن جي حالت بيماريءَ ڪارڻ نازڪ هئي. حضور جي توهان خود مجهه جو ١٢ بجي ڪار ۾ هتي آيا ۽ پنهنجي ڪار لالا سندرداس پساريءَ جي دڪان وٽ بيهاري سڌو ڪنول ڪرشن وٽ آيا ۽ هن کي ڇيو ته توهانجي بدن اچي. ڇاڪاڻ ته اڄا هو ٻالڪ آهي تنهن ڪري هن عرض ڪيو ته مون ڀاڳيءَ ۾ ڪر ٻاهه ڪوله ڪيو آهي. مون کي ڪجهه عرض لاءِ هتي رهڻ ڏيو. سندس پتا به ساڳي وينتي ڪئي. تنهن تي توهان فرمايو ته چڱو. پوءِ توهان ڪنول ڪرشن تان پڇيو ته ڪهڙي ڊاڪٽر جي دوا وٺندو آهين؟ ڇوڪري عرض ڪيو ته مان هن وقت ڊاڪٽر ڏيالسنگهه جي دوا وٺندو آهيان. توهان فرمايو ته ڏيالسنگهه تجربيڪار ڊاڪٽر آهي ان جو علاج چالو رک،

خالي ڪري وڃو ته نه لوهالکي ماري ڇڏيندا سين. جڏهن ان
ستسنگيءَ پنهنجي ڳالهه جو بيان شروع ڪيو ته پوءِ پريت ڌر
جي پاهران بيهندا هئا. اندر نه ايندا هئا. جڏهن انهيءَ
ستسنگيءَ جي زال ۽ ڌيءَ نام ورتو ۽ ان جي ڪمائي ڪرڻ
شروع ڪئي ته پوءِ هو بلڪل غائب ٿي ويا. حضور جن فرمايو
ته نام جي اوڏو ڪوبه ڀوت پريت نٿو اچي سگهي.

## ٦ جون ١٩٤٤

شام جو سار بچن مان،

”ڪال ٿي جگت عجب ڀرمايا،
ميں ڪيا ڪرون بکان.“

شبد ڪبيو ويو. حضور جن فرمايو ته عام دنيا جي لوڪن
کي ڪال ۽ دئيال جي ڀيد جو پتو ناهي. ڪال ترلوڪيءَ جو
مالڪ آهي ۽ دئيال جو نام هن کان مٿي سچکنڊ آهي. ڪال
آتما کي نه پيدا ڪري سگهي ٿو ۽ نه ناس ڪري سگهي ٿو.
ستپرش ڪجهه خاص تعداد آتمائن جو هن جي سپرد ڪيو آهي
جن کي هن ان من جي پڃري ۾ قيد ڪري، رچنا جو سلسلو
جاري ڪيو آهي. جيئن آتمائون ڪرمن انوسار چوراسي ڀوڳين
ٿيون ۽ ڪال ڀڳوان جي اها پوري ڪوشش آهي ته ڪنهن
۾ آتما کي دئيال جو پتو نه لڳي، جاڪاڻ جي ائين ٿيو ته پوءِ
سڀ آتمائون سچ نام ڀڄي وينديون ۽ سندس ديش ويران
ٿي ويندو. ڪال سڀني کي نانا پرڪارن جي مت متانترن ۾
ڦاسائي رکيو آهي ۽ هرڪو پنهنجو مذهب سچو سمجهي پاڻ
سان پيو جهڳڙي. دئيال جو مت سرت شبد جو ابياس آهي
جو هرهڪ انسان ڪري، نجات پائي سگهي ٿو. عام لوڪ
مذهبي تعصب جي ڪارڻ انهيءَ ڏانهن ڌيان نٿا ڏين. پوءِ
ستگورن تلسيداس جو هڪ سلوڪ پڙهيو جنهن ۾ هنن فرمايو

خالي ڪري وڃو نه ته لوهاڻڪي ماري ڇڏينداسين. جڏهن ان
ستسنگيءَ ڀڄڻ نامن جو سمرن شروع ڪيو ته پوءِ پريت د
جي پاهران بيهندا هئا. اندر نه ايندا هئا. جڏهن الهيءَ
ستسنگيءَ جي زال ۽ ڌيءُ نام ورتو ۽ ان جي ڪمائي ڪر
شروع ڪئي ته پوءِ هو بلڪل غائب ٿي ويا. حضور جن فرمايو
ته نام جي اوڏو ڪوبه ڀوت پريت ڪو اچي سگهي.

## ٦ جون ١٩٤٤

شام جو سار بچن مان،

”ڪال ني ڇڪت عجب پرمايا،
مين ڪيا ڪيا ڪرون بکان.“

شبد ڪبيو ويو. حضور جن فرمايو ته عام دنيا جي لوڪن
کي ڪال ۽ ديال جي ڀيد جو پتو ناهي. ڪال ترلوڪيءَ جو
مالڪ آهي ۽ ديال جو ڌام هن کان مٿي سچکنڊ آهي. ڪال
آتما کي نه پيدا ڪري سگهي ٿو ۽ نه ناس ڪري سگهي ٿو
ستپرش ڪجهه خاص تعداد آتمائن جو هن جي سپرد ڪيو آهي
جن کي هن تن من جي پڃري ۾ قيد ڪري، رچنا جو سلسلو
جاري ڪيو آهي. جيئن آتمائون ڪرمن انوسار چوراسي پوکين
ٿيون ۽ ڪال ڀڳوان جي اها پوري ڪوشش آهي ته ڪنهن
به آتما کي ديال جو پتو نه لڳي ڇاڪاڻ ته جي ائين ٿيو ته پوءِ
سڀ آتمائون نج ڌام پهچي وينديون ۽ سندس ديش ويران
ٿي ويندو. ڪال سڀني کي نانا پرڪارن جي مت متانترن ۾
ڦاسائي رکيو آهي ۽ هرڪو پنهنجو مذهب سچو سمجهي پاڻ
سان پيو جهڳڙي. ديال جو مت سرت شبد جو ابياس آهي
جو هرهڪ انسان ڪري، نجات پائي سگهي ٿو. عام لوڪ
مذهبي تعصب جي ڪارڻ انهيءَ ڏانهن ڌيان نٿا ڏين. پوءِ
ستگورن تلسيداس جو هڪ سلوڪ پڙهيو جنهن ۾ هن فرمايو

سٽي پيٽي هٽي. گهڻي بار سبب رستي ۾ لاريءَ جو ٽائر ڦاٽي پاهر وڃي پيو ۽ لاري انهيءَ پاسي اونڌي ٿي پوي ها ۾ مالڪ جي موج سان لاريءَ جي ڌري (Axil) مروڙجي وڃي زمين ۾ کتي ۽ لاري بچي ويئي. کير له سيب هارجي پيو پر ڪنهن به مسافر کي چوٽ نه آئي. سڀني چيو ته ڪو مالڪ جو پيارو ضرور هن لاريءَ ۾ آهي جنهن جي صدقي سڀ بچي ويا آهيون. اهڙي طرح هڪ ٻئي ستسنگيءَ جي ١٥ سالن جي ڇوڪريءَ جي وارتا آهي له جيتوڻيڪ ڪيس اڃا نام نه مليو هو ته ۽ انت واهي خوشيءَ سان چولو ڇڏيائين. مطلب ته اها سڀ سڀيال ستگورو ڪئي ڇاڪاڻ ته سندس ماءُ پيءُ ستسنگي هئا.

۲۸ مي ١٩٤٤

اڄ مي جو ماهواري ستسنگ ٿيو جنهن ۾ حاضري ڪافي هئي. ستسنگ ۾ گرنٿ صاحب مان،

"جن ڪر پيچي ٿمي بلائي
سک سهج سيتي گهر آووڃي."

شبد کيو ويو جنهن ۾ گورو صاحب فرمائين ٿا له سدت پڪارين ٿا ته اي دنيادارو! هلو ته اسين توهانکي ڪل مالڪ جي دربار ۾ وٺي هلون. ستگورن فرمايو ته جڏهن اسانجو ڪو مت مائٽ يا متر مري ٿو ته ڪاون والنگر روئي آسمان مٿي کڻي ٿا ڏيون. ۽ چار ڪلاڪ روئي ڪٽي ٿا بس ڪريون ۽ پتو ته انهي ڳالهه جو ڪونهي ته مرڻ کي وٺي ڪير ويو، ڪهڙي پاسي وٺي ويو ۽ ان جو حال ڪهڙو ٿيو.

۳۰ مي

حضور جن فرمايو ته جنهنکي مونسان ملڻو هجي سو منجهند جو ١٢ بجي ٿائين ملي ۽ انهيءَ ڪانپوءِ شام جو ٦ بجي ٿائين

## باب ايڪيهون

## ڏيري ۾ رهائش

٣٠ مي ١٩٤٤ع
شام جو ستسنگ ۾ گرنٿ صاحب مان ٥ منٽن جو شبد
”دن رات ڪمائدڙو سو آهو ماڻهي،
جس ڪراون اڪاولدي سو ڏيکي ساٿي.“
ڪبير وارا ستگرون فرمايو ته جيڪي اسين ڪرم ڪيون
ٿا سي اسانجي مستڪ ۾ لکندا وڃن ٿا ۽ جنهن پرمانا ڪان
اسين الهڪي اڪاهون ٿا سو اسانجي الدر وانو اسانجا سب
ڪرلوت ڏسي. بائيبل جي پراڻي عهدنامي (Old Testament)
۾ حضرت لوط جو ووالت لکيل آهي ته بابل شهر ۾ ڪڪرمي
۽ عياشي لوڪ رهندا هئا ۽ الهيءَ ڪري خدا انهيءَ شهر
کي تباهه ڪرڻ لي چاهيو. انهيءَ قسم جو نيايو هڪ فرشتي
هٿان حضرت لوط کي، جو ته ان شهر ۾ رهندو هو، خدا
ڏياري موڪليو. لوط جي عرض ڪرڻ لي ته ڇاڪاڻ ته هن
شهر ۾ ڏهه نيڪ ماڻهو رهن ٿا، شهر کي معاف ڪيو وڃي
شهر برباديءَ کان بچي ويو. انهيءَ طرح ايڪٽ وچل پرمال
پهچڻجي هڪڙي پياري جي خاطر اليڪ جيون مٿان اپنا
آسه کي ٿاري لڳو ڇڏي. جيئن ته هڪ پراڻي ستسنگي
پڏايو ته هو ڦگرائڙي مان هڪ لاريءَ ۾ وٺو جنهن جي م
ڪيترا ته کير جا وڏا دٻا رکيل هئا ۽ الدر ماڻهن سان

پر ذري ذري ۾ نظر اچڻ ايندو جڏهن هن کي پنهنجي اندر
پرگهٽ ڪبو ته. انهن چوڻ صرف زباني جمع خرچ آهي.
ڪي ماڻهو چوندا آهن ته پاڻي ڏاڍي کي جو پٿر مان پرماتما
مليو. پر انهن کي اصلي حقيقت جي پروڙ ڪانهي. جي هن
کي پٿر مان مليو ته سڀني کي ملڻ کپي. اها ڏواڻي ڪهڙي
جا هڪ کي فائدو پهچائي ۽ ٻين کي نه؟

ڀوتن ۽ پريتن جو ذڪر ڪندي حضور جن فرمايو ته نام
جپڻ واري جي نزديڪ جڏهن جمدوت ٿي نٿا اچي سگهن
ته پوءِ ڀوت پريت ڪيئن ايندا ۽ جادو ٽوڻي جو اثر ڇو
ٿيندو؟ ستسنگين کي اهو وهم دل مان ڪڍي ڇڏڻ کپي.
جن ڀوت صرف انهن کي ٿي ستائيندا آهن جيڪي هنن کان
ڊڄندا آهن ۽ محڪم ارادي واري شخص اڳيان اوڏي اچڻ
جي همٿ ڪين جرئت ٿي نه ٿيندي آهي. ديوي ديوتائن
جو ذڪر ڪندي ستگورن سمجهايو ته انسان اشرف المخلوقات
آهي ۽ صرف پرماتما ان کان مٿي آهي باقي سڀئي ديوي
ديوتائن جو درجو انسان کان هيٺ آهي، بلڪ هن جي شيوا
واسطي آهن. آتما جي ٻيلڪ شولٽر ۾ آهي ۽ ديوي ديوتائون
ان کان هيٺ ڇهن چڪرن ۾ واسو ڪن ٿا. انهيءَ ڪري
آتما جي پوڄا لاءِ صرف پرماتما آهي.

## ٢١ مي

١٧ مي کان اندور ۾ ستسنگ صبح شام ٿيندو رهيو.
اڄ ڀائي ڀڳتاسين جنهن ستسنگ گهر لاءِ حضور جن جڳهه پسند
ڪئي. الي هڪڙي ساڌوءَ حضور جن سان بحث ڪيو ۽
جڏهن حضور جن پڇيس ته تنهنجي انترمک ڪيتري رسائي
آهي ته هڪو ٻڪو ٿي ويو. اها آهي حالت اڄڪلهه جي
ڀيکڌاري ساڌن جي. نه ساڌن نه اڀياس رڳو ڪپڙا رڱي پيا
ڀيک منگن. منجهند جو هوشيارپور پهتاسين. رستي تي جالندهر
مان ٿيندا رات جو ٩ بجي کن ڏيري پهتاسين.

جرنيل نہ صرف لڙائيءَ جي ڏانهن ۾ مصروف رهندا آهن ۽ ان کان پوءِ فارغ. ۾ حضور جن جو اهڙو مشغول پروگرام لڳاتار ٣٠-٤٠ سالن کان هلندو اچي ٿو.

اڄ هڪ زخمي سان کي گاڏيءَ ۾ جونيل ڏسي ستگورن فرمايو تہ ڏسو من هن کي کهڙي نہ دکدائي حالت ۾ پهچايو آهي.

۱۴ مي

اڄ صبح جو حضور جن هوشيار پور ضلعي جي پهاڙي علائقي جي دوري لاءِ روانا ٿيا. جيون جي پلي لاءِ هو پنهن جي سک ۽ آرام جو ڪو خيال لٿا رکن بلڪ سفر جي سيني تڪليفن کي مشڪدي منهن ڏين ٿا.

۱۵ مي

ڪنهن اڄ ستگورن کان پڇيو تہ رام، واهگورو، الله، رحيم، اوم، God وغيره جي بدران توهين پنجن خاص نامن جي سمرن جي هدايت ڪيو ٿا، سو ڇو؟ ستگورن جواب ڏنو تہ اهي پرچلت نام پرماتما جا صفاتي نام آهن. سنت پنهنجي روحاني اپيو جي ذريعي جن نامن جي سکيا ڏين ٿا سي اندرين شڪتين جا ذاتي نام آهن. جڏهن ڪنهن کي سندس ذاتي ناالي سان سڏ ڪبو تہ هو قدرتي ڌيان ڏيندو ۽ صفاتي نام ڏانهن شايد ڌيان بہ نہ ڏئي. سو اندرين شڪتين جي ذاتي نامن جو جي پريم پيار سان سمرن ڪبو تہ اهي شڪتيون اسان جي ورليءَ کي انترمک ڪنديون.

۱٦ مي

اڄ بني بڪيءَ ۾ صوبيدار رکا سنگهه جي گهر ۾ شام جو ستسنگ ٿيو. پهاڙي لوڪن جي لاءِ حضور جن هيٺين ڳالهين تي خاص زور ڏين ٿا.

پتي ورت ڌرم جو پالن ڪرڻ، مورتي پوڄا جو کنڊن،

...ڪتل آهي ۽ دل ۾ ايهي ئي وڃي، در اصل، اهڙو اوچو
... مشڪل ملندو. ڪٿهن پوني ۾ مشڪل ملندو.
...سمه جو ايدلش ٿئي

٧ مي

اڄ شام جو گرنٽ صاحب مان،
”بڪ بوهتا لادلا دلا سمدر مدهار.“
فرمايو ته ڪيترا سڪ
شهد جي وياڪيا ڪندي حضور جن فرمايو ته
گرنٽ صاحب جا پرماڻ ڏيئي ماس کاڻ کي جائز ٺهرائڻ
جي ڪوشش ڪن ٿا. جي گرنٽ صاحب ۾ گوشت کاڻ جي
هدايت هجي ها ته پوءِ ڀائي سڌلي جي باڻي جو هن ۾ درج
ڪن ها ۽ گورو صاحب جن ائين ڪيئن فرمائين ها،
”ڪدم ڪري پشون پکيان دسي ناهي ڪال،
اولي سانٽ مسڪ هي ڦاڻا ماسا جال.“
يعني پسن ۽ پکين تي لون ظلم ڪران ٿو پر لوڪي ڪال نٿو...
ڏسڻ ۾ اچي. اهي حيوان ته ڪٿهن وقت انسان هئا...
پنهنجي ڪرمن جي ڪارڻ هن حالت کي پهتا آهن.
. سنساري لوڪ پنهنجي دليوي ڏنڊن ۾ غلطان آهن...
هرڪو انهن پير چڙي ته مون کي فرصت ڪاهي. ائين...
سوچين ته موت کان پوءِ ڪهڙو حشر ٿيندو ۽ انهيءَ کان...
جو ڪر اپاءُ آهي.

٨ مي

صبح جو ٧ بجي حضور جن وعظ لهر جي ڪ...
لڪڙاون ڪنائڻ واسطي ويا ۽ شام جو ۴ بجي ڪانن...
بيهي لڪڙاون ڪناني گاڏين ۾ لڏائي ائڪل ٥ بجي...
۾ وايس آيا. ٦ بجي ستسنگ ۾ شامل ٿيا. ستسنگ...
نيال پڏائون. ان کان پوءِ گاڏين مان ڪاليون لهـ...
طلب ته حضور جن جڙو مشغول ڪو ورلو هوندو...

اِي باروت ڦاٽ ڪري Explosion وڏو ڌماڪو ٿيو ۽ بندرگاهه
کي باهه وڪڙهي وئي جا ڪيترا ڏينهن پئي هلي. بندرگاهه
جي انهيءَ حصي ۾ ڪيترا ستسنگي نوڪري ڪندا آهن.
جنهن ڏينهن اهو حادثو ٿيو انهيءَ ڏينهن ڪنهن ستسنگيءَ
جي شادي هئي ۽ هنن سڀني شاديءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ
موڪل ورتي هئي. مطلب ته ستگورن جي اپار ڪرپا سان
سڀ بچي ويا. چني اِدي حضور جن پرسن ٿيا ۽ مالڪ جو
شڪر ڪيائون.

## ٢٧ اپريل

ڦرلب اِن سؤ مردن ۽ زالن کي حضور جن نام دان بخشيو
۽ هن دوري ۾ هيل تائين ڇهن سؤن کسي نام جي بخشيش
ڪئي ائن. شام جو ڪبير صاحب جي باڻيءَ مان،

”ڪر نينون ديدار محل مين پيارا هئه.“

جي وياکيا ڪيائون. ٢٨ تاريخ صبوح جو ڪراچي ميل ۾ چڙهي
اوڪاره لٿا. اتان ڪار ۾ وهي رينالسي ۾ سيٺ سيڌومل
جي مڪان کان ٿسي هڪ کلئي ميدان ۾ ستسنگ فرمايائون.
پوءِ ڪار رستي شام جو ٨½ بجي لاهور راوي روڊ ستسنگ
گهر ۾ پهتا. اتي هزارين ستسنگي درشن لاءِ موجود هئا.
درشن ڏئي امرتسر ڏانهن ٿيندا رات جو ١١ بجي ڏيري
پهتا سين.

## ٥ مي ١٩٤٤

جيئن ته حضور جن دوري تان موٽيا آهن ڏيري ۾ ٿي
آهن. اڄ شام جو سار بچن مان،

”چرڙو ري ڪوئي سرت نام سي،
پهه ان ڏن ڪڇ ڪام نه آوي پڙي لڙائي جام سي.“

شبد ڪنيو ويو. حضور سوامي جن جي باڻي سندن دل مان.

# باب ويهون

## مانٽگومري، ملتان ۽ پهاڙي علائقي جو دورو
## ٢٠ اپريل کان ٢١ مئي ١٩٤٤ع

٢٠ اپريل

اڄ صبح جو حضور جن لاهور لاءِ روانا ٿيا جتي ٨ بجي پهتا. رستي ۾ ٥ منٽ امرتسر ۾ سنگت کي درشن ڏنائون پوءِ لاهور ۾ درشن ڏيئي ڪرنل ڪيمراءِ ۽ سردار بختاورسنگهه جي بنگلي ۾ شام جو ستسنگ فرمايائون. اتي ڏهين شام جو ٥ بجي ستسنگ شروع ٿيو ۽ ٢٢ تاريخ حضور جن نامدان بخشيو. ٢٣ تاريخ منٽگمري ۾ شام جو ستسنگ ٿيو ۽ سنگت ڪافي تعداد ۾ آئل هئي. ٢٤ تاريخ صبح جو ڪرنل صاحب ۽ رامائڻ جي شبدن جي وياکيا ڪئي وئي. شام جو حضور جن شام جو لنڪ ڪئنال Link Canal ڏسڻ ويا.

٢٥ اپريل

١١ بجي منجهند جو حضور جن ڪراچي ميل ذريعي ملتان لاءِ روانا ٿيا. رستي ۾ اسٽيشنن تي سنگتن کي درشن ڏيندا شام جو ٣ بجي ملتان پهتا. اتي ڏهين صبح جو ٨ بجي ستسنگ ٿيو. رات جو ڪجهه مينهن پيو ان ڪري موسم سٺي ٿي لڳي. شام جو ٥ ستسنگ ٿيو جنهن ۾ ڪافي ڀيڙ هئي. اڄ نيپال ۾ مهاڀيءَ جي ستسنگي ديوانرام جو هڪ خط هو. هن لکيو هو ته ڪجهه ڏينهن ٿيا ته مهاڀيءَ بندرگاهه

۱۰ اپريل

اڄ ڪپورٿلي ۾ سردار مدن گوپال سنگھ جي گھر ستسنگ ٿيو. ويا ڪيان ڪندي حضور جن ڪبير صاحب جي حياتيءَ مان هڪ وارتا ٻڌائي. فرمايائون ته ڪبير صاحب جو هڪ جاٽ زميندار سان پيار هو. هو هميشه هن کي هدايت ڪندا هئا ته ڀائي! ڀڄن سمرن ڪر. جاٽ چوندو هو ته پٽ ٻار جوان ٿين ۽ پنهنجو ڪاروبار سنڀالين ته پوءِ ڀڄن ٿي ڪرڻو آهي. جڏهن پٽ وڏا ٿيس ته ڪبير صاحب وري ياد ڏياريس. جاٽ چيو ته هي جوان ڇوڪرا اڃا جو بي اونا ٿي سمجهو پون ۽ جي مان اڃا جو رکوالي نه ڪريان ته چور گهر لٽي وڃن. اهڙيءَ طرح ۱۰-۱۲ سال گذري ويا. ان کان پوءِ جڏهن ڪبير صاحب هن جي گهر وٽان لنگهيا ۽ زميندار بابت پڇا ڪيائون ته گهر وارن چيو ته ۸-۹ سال ٿيا جو هو گذاري ويو. ڪبير صاحب پنهنجي انتر دِرشٽيءَ سان ڏٺو ته اهو زميندار وڃي پنهنجي ئي وٽ ٻيل ٿيو هو. ۽ جڏهن اهن جي ڪم جو نه رهيو ته گاڏيءَ واري کي وڪڻي ڇڏيائون، جنهن وري ڪجهه وقت وهائي گهاڻي واري کي وڪڻي ڇڏيو. جڏهن هن جي به ڪم جو نه رهيو ته ڪاسائيءَ کي وڪڻي ڇڏيائين. ڪاسائيءَ هن جو ماس وڪڻي ڇڏيو ۽ سندس کل وڃي هڪ نغاري لئي هنيائون.

تڏهن ئي ڪبير صاحب فرمايو:

"بيل ٻڻي هل ميں جتي لي گاڙي ميں دين،
تيلي ڪي ڪولهو جتي پن گهير قصائي لين.
ماس ڪٽا بوٽي ٻڪي چمڙن مڙهي نقار
ڪڇڪ ڪرم باقي رهي تس ڪر ڏنڪي مار."

نندا ڪن ٿا، اهي جيئن ٽاريون مٿيون اچو واسو ڪن ۽ سڀني
کڻ بين ماڻهن جي هر نندا ڪن ٿا، تن ۾ وڃڻ ٻرن. شيخ سعدي
فرمايو آهي ته جي مان ڳالهه ڪيان ته پنهنجي ماءُ جي، انهيءَ
لاءِ ته منهنجي ليکي مون مان نڪري ته ڌڻي جو گهر ۾ رهي.

٩ اپريل

اڄ صبح جو ستسنگ ۾ خاموشيءَ جي باري ۾ حضور جن
هيٺيون شلوڪ پڙهيو:

”چتر چپ ڪر رهي گرو ڪي آڳيان پڇالي،
چتر چپ ڪر رهي سڀا ٻڪالي جالي،
چتر چپ ڪر رهي جب هوئي اڪيلا،
چتر چپ ڪر رهي گرو ڪي آگي چيلا.“

شام جو ڪرلت صاحب مان،

”بولي هيمت سڀ جس اڪلي،
اڪ لتي اڪ بولن مني.“

شبد ڪبير واو جنهن ۾ گرو صاحب سندر مثال ڏنئي
آپديش ڪيو آهي ته جهڙي طرح رات جو پکي ۽ پرندا اچي
ڪنهن وڻ تي ڪٺا ٿين ٿا اهڙي طرح هن دنيا جي سراءِ
جنهن ۾ مٽ مائٽ ۽ يار دوست پنهنجي ڪرمن انوسار اچيو
ملن. صبح ٿيندي تي جيئن پکي پنهنجي راهه وٺي اڏامي
وڃن ٿيون جڏهن ڪرمن جو حساب ڪتاب ختم ٿئي ٿو ته
مٽ مائٽ ۽ مٽر وڇڙيو وڃن. ستگرو فرمايو ته هي ساههون
جيڪي وڻ تي نظر اچن ٿا سي سڀ ڪنهن وقت اسان
وانگر انسان هئا ۽ پنهنجي ڏش ڪرمن جي ڪارڻ نرڪ
يوني هاٿي لباس، جا سڀ کان ادني جوڻ آهي ان ۾ آيا
آهن. پتو ناهي ته وري ڪڏهن انسان ٿيندا. ها باقي جنهن
درخت هيٺان سنت ستگرو ويٺو ها جنهن وڻ جو هن ميوو
کاڌو ته پوءِ اهڙي درخت کي اڳتي مُش ڌاهه ملندي.

اٿيئي ته پوءِ منهنجي پاڙيسرڻ تي ۽ جي ماهواري جهڳڙي
جو مزو چکڻو اٿيئي ته اچي اسان جي محلي ۾ رهه. مائي
ٻڌي سُن ٿي وئي ۽ پوءِ پان پير ڪري گهر واپس وري.

حضور جن وڌيڪ فرمايو تہ زال کي چڱائي تہ جڏهن
پنهنجي مردن کي کاڌو کارائين، ان وقت گهرو جهڳڙن جي
آڳيار نہ ڪن. انهن ڪرڻ سان هنن جو پورهن ۾ مزي تي
پوندو. پيو تہ سمهڻ وقت دل ۾ غم يا غصو نہ هئڻ کپي نہ
تہ ننڊ سٺي نہ ايندي.

هڪ ستسنگيءَ جي سوال پڇڻ تي حضور جن جواب ڏنو
تہ پهرين سمرن زبان سان ڪرڻ کپي، پوءِ خيال سان. يعني
جڏهن سمرن ڪندي زبان روڪجي وڃي تہ پوءِ
من سان سمرن ڪجي.

٧ اپريل

هڪ ستسنگڻ چٺي لکي تہ هوءَ پهرين پنهنجي اندر
گهڻيئي روحاني نظارا ڏسندي هئي ۽ جيئن ئي اوچتو سندس
پٽ گذاري ويو تيئن سڀ نظارا بند ٿي ويا. ستگورو لکايو
تہ اهو انهيءَ ڪري ٿيو آهي جو تو پنهنجي پٽ جي موت
جو شوڪ پنهنجي من ۾ رکيو آهي. شوڪ ۽ چنتا جي ڪارڻ
تنهنجي آتما جي گراوٽ هيٺ هردي چڪر ۾ ٿي پئي ۽
نظارا بند ٿي ويا. گورباڻيءَ ۾ بہ آيو آهي:

”دک سک سم ڪر جانو،
اور مان اپمانا.“

٨ اپريل

اڄ ستسنگ ۾ ننڊا ۽ چغليءَ جي مضمون تي وياکيان ٿيو.
گرنٿ صاحب ۾ ننڊڪن تي ڪافي ڦٽڪار پيل آهي. اهڙا
ماڻهو سورن ۾ هٿ وجهن تہ مٿي ٿيو پوي ۽ جنهن جي هو

ن ۾ رک. بيماريءَ ۾ دبا زياده ٿيندي آهي. انتري
و جو ڪڏهن ڪڏهن ستگرو درشن ڏيئي براهي ستسنگيءَ
ب بيماريءَ جي دوا بہ ٻڌائي ويندا آهن جنهن جي وٺ
ان هو شفاياب ٿي ويندو آهي. هڪ ستسنگي پرسان وٺو
ـر تنهن پنهنجي ذالـي لاءِ دواران الهيءَ وچن جي
تصديق ڪئي.

۳۰ مارچ. ستسنگ ۾ درمانو لـ ستسنگن کي
اڄ شام جو حضور جن ستسنگ ۾ وڌو ياءَ ۽ اترڪا لـ رکڻ کپي ۽
خاص ڪري ڙالن کي ياڻ ۾ وڌو ياءَ ۽ هڪ ٻئي
ڪڙو مزيدار لطيفو ٻڌايائون لـ ڪنهن ڳوٺ ۾ هڪ سياءَ جي
مائي رهندي هئي جا جهڳڙالو هئي ۽ پنهنجي ماڻهن اهو
ڪري سڄي ڳوٺ کي تنگ ڪيو هئائين. آخر ماڻهن اهو
فيصلو ڪيو ٿہ هرڪنهن خوشيءَ جي موقعي تي سڀڪو مائي
ڪپڙا وغيره مائيءَ کي ڏني الهيءَ لاءِ ٿہ مائي خوش رهي
۽ جهڳڙا نہ ڪري. ڪجهہ عرصو اهو دستور هلندو رهيو.
هڪ ڏينهن ڪنهن گهر ۾ اوورلي تنهن آئي. هنجي سس
ٻيءَ لاءِ مٺائي ۽ ڪپڙو پاسيرو ڪري رکيو. تنهن ٻچيس
لـ هـي ڪنهن لاءِ آهي. سس وراڻيو لـ هتي هڪ ٻئي
ڏاڍي وڏهو گهٽي آهي، هـي الهيءَ هـي واسطي آهي
تنهن چيس ٿہ ڏاڍ جي ڪپڙي ضرورت آهي. مان پاڻهہ
ان کي سڌو ڪندس. جڏهن مائيءَ کـي پنهنجي جز...
مائي ٿہ اورن جوش ۾ اچي هن جي گهر تي ڪاهي آئي.
لهہ يهہ للڪاري ڪري چيس ٿہ لوکي ڪهڙي لڙائي ڪ...
آهي، روزاني، هفتيوار ڪين ماهياڻي. اٿي دلـگ ره...
ونئي ۽ پڇياڻيس ٿہ تنهنجو مطلب ڇا آهي؟
اورونيءَ چيس ٿہ جي روزاني لڙائي لڙڻي، الٻتي ٿہ مد...
يهاح ٿي، خرب جهڳڙو ٿيندو. جي هفتيوار لڙائيءَ جو...

اٿيءَ ته پوءِ منهنجي پاڙيسرڻ ٿي، ۽ جي ماٺواري جهڳڙي
جو مزو چکڻو اٿيئي ته اچي اسان جي محلي ۾ رهه. مائي
پڌي سڻ ٿي وئي ۽ پوءِ پاڻ پير ڪري گهر واپس وري.

حضور جن وڌيڪ فرمايو ته زالن کي جڳائي ته جڏهن
پنهنجي مردن کي ڪاڙو ڪارائين، ان وقت گهرو جهڳڙن جي
آڌار نه ڪن. انهن ڪرڻ سان هنن جو پرچڻ بي مزي ٿي
پوندو. پيو ته سمهڻ وقت دل ۾ غم يا غصو نه هئڻ کپي نه
ته ننڊ سٺي نه ايندي.

هڪ ستسنگيءَ جي سوال پڇڻ تي حضور جن جواب ڏنو
ته پهريان سمرن زبان سان ڪرڻ کپي، پوءِ خيال سان. يعني
جڏهن سمرن ڪندي زبان روڪجي وڃي ته پوءِ
من سان سمرن ڪجي.

٧ اپريل

هڪ ستسنگڻ چيو لکي ته هوءَ پهرين پنهنجي اندر
گهڻيئي روحاني نظارا ڏسندي هئي ۽ جيئن ئي اوچتو سندس
پت گذاري ويو ليڪن سڀ نظارا بند ٿي ويا. ستگورو لکايو
ته اهو انهيءَ ڪري ٿيو آهي جو تو پنهنجي پت جي موت
جو شوڪ پنهنجي من ۾ رکيو آهي. شوڪ ۽ چنتا جي ڪارڻ
تنهنجي آتما جي گراوٽ هيٺ هردي چڪر ۾ ٿي پئي ۽
نظارا بند ٿي ويا. گوربانيءَ ۾ به آيو آهي:

"دک سک سم کر جانو،
اور مان اپمانا."

٨ اپريل

اڄ ستسنگ ۾ ننڊا ۽ چغليءَ جي مضمون تي وياکيان ٿيو.
گرنٿ صاحب ۾ ننڊڪن لئي ڪافي ڦٽڪار پيل آهي. اهڙا
ماڻهو سون ۾ هٿ وجهن ته مٽي ٿيو پوي ۽ جنهن جي هو

ڪري مونيس لڏهن ٻه مهنجو من اُداس هو. انهيءَ لئي مهنجي آفيسر ورجائي ڪارڊ ڏنو. مون چيو مانس ته مهنجي دل پنهنجي پياس واري سنگورن جي درشن لاءِ لُڇي رهي آهي. آفيسر چيو ته تو ٽي سال نوڪري پوري ڪرڻ کان پوءِ موڪل ملندي آهي. تنهنجي نوڪري ته صرف ٻه سال آهي. اهو ٻڌي مان نراس ٿي پنهنجي بئرڪ ۾ موٽي آيس. رات جو ورڻي مون کي آفيسر گهرايو ۽ چيائين ته پاڻي صبوح جو وڃ، هيٺر وڃي تياري ڪر. مان صبوح جو لاريءَ ۾ روانو ٿيس جنهن مان لهي مون کي اِيءَ لاريءَ ۾ چڙهي بندر تي پهچڻو هو. پر جڏهن مان اِيءَ لاريءَ ۾ چڙهي ويٺس ته هڪ گورو سارجنٽ اندر آيو ۽ چيائين ته تون هن لاريءَ ۾ نٿو وڃي سگهين. مون گهڻيئي آزي نيزاري ڪئي پر هن هڪ به نه ٻڌي. لاچار مون کي اِيئي ڏينهن وڃڻو پيو. جڏهن بندر تي پهتس ته پتو پيم ته اڳيئن ڏينهن لئي جيڪي مسافر اُن جهازن ۾ روانا ٿيا هئا، جيانين مٿن ٻه اچلائي پوڙي ڇڏيا. اهو ٻڌي مون کي پڪ ٿي ته گوري سارجنٽ جو روپ ڌاري مون کي سنگوروءَ موت کان بچايو آهي. جڏهن جهاز ۾ چڙهي روانو ٿيس ته رستي ۾ اچي طوفان لڳو ۽ جهاز ان ۾ ڦاسي پيو. جهاز جو انگريز ڪپتان God, God چوڻ لڳو ۽ سيئي مسافرن وٽي هائيدوس مچايو پر مان بي ڪنڪي سنگورن جي ڀروسي ويٺو هوس. جڏهن مسافرن ڏٺو ته مان لائيف بيلٽ به نٿو ٻڌان ته ڏاڍو حيران ٿيا. آخر جهاز بچي ويو ۽ اسين صحيح سلامت اچي پنهنجي منزل مقصود تي پهتاسين.

اڄ ڪنهن ستسنگيءَ جي چٺي آئي ته بيمار آهيان ۽ ڏچن سمرن نٿو ٿئي. حضور جن جواب لکايو ته ڏچن سمرن ڪرڻ من جو ڪم آهي نه ڪ شرير جو. انهيءَ ڪري من سمرن

ڪئي. موت کان پوءِ جڏهن هن کي خدا جي دربار ۾ وٺي
ويا ته خدا حڪم ڏنو ته هن کي بهشت ۾ وٺي وڃو. انهن تي
هن اعتراض پيش ڪندي چيو ته ڇا منهنجي سڄي زندگيءَ
جي بندگيءَ جو اهوئي ڦل آهي جو مونکي ڏئي رهيا آهيو؟
اهو ٻڌي خدا حڪم ڏنو ته هن کي دوزخ ۾ وٺي وڃو.
جڏهن فرشتا هن کي دوزخ ڏانهن وٺي وڃي رهيا هئا ته
رستي ۾ هن کي سخت اُڃ لڳي ۽ محسوس ڪيائين ته جڻ
جان ئي نڪري. جڏهن فرشتن کان پاڻي گهريائين ته ڏهن
هن چيس ته پاڻيءَ جو گلاس ملندءِ پر انهيءَ جي عيوض
سڄي حياتيءَ جي بندگيءَ جو ڦل اسان کي ڏيڻو پوندءِ.
مجبور ٿيو ڪر چاڙهو ته ڏسي ها ڪيائين. ان وقت خدا
حڪم ڏنو ته هن کي واپس وٺي اچو ۽ انهيءَ شخص کي
چيائين ته اها آئيڻي تنهنجي سڄي زندگيءَ جي بندگيءَ جي
قيمت! گورو نانڪ صاحب جن به فرمايو آهي،

"ڪرم ڌرم پاکنڊ جو ڏيسي،
لن جم جا گالي لوٽي."

وري فرمائين ٿا:

"جس پيهڻي لوٽي پهاري،
وهه مارگ سنتن ڌورا ري."

شام جو ٦ بجي ستسنگ شروع ٿيو. حضور جن وٽ
شڪايت آيل هئي ته ڪي ستسنگي نام وٺڻ کان پوءِ به
ديوي ديوتائن جي اپاسنا، مورتي پوڄا ۽ ڪرم ڪانڊ ۾
قائل رهن ٿا. انهيءَ ڪري تلسي صاحب جي گهٽ رامائڻ
مان برهما جي پٽ لومس رشيءَ جو پرسنگ ڪڍيو وارو هن
پنهنجي پيءُ جي هدايت تي لڳي تيرٿ ورت، مورتي
پوڄا، پپر ۽ تلسيءَ جي پوڄا بلڪ شوُ جي پوڄا به هزارين
سال ڪري ڏٺي پر مڪتي نه مليس ۽ چوراسيءَ جي چڪر

ڪيو ته ڳرهڻ جو اثر لهي ويندو پر اهو سڀ ڏوڪو آهي
ڇاڪاڻ ته ڳرهڻ جو اثر صرف انهن سمورن ماڻهن تي ڪجهه
قدر گهٽ ٿي سگهي ٿو، نه ته پنهنجي ڪرمن جو نتيجو ضرور
ڀوڳڻو پوي ٿو.

### ٢٧ جون

مهاتما جو ذڪر ڪندي حضور جن فرمايو ته صرف
زنده حڪيم، زنده حاڪم ۽ زنده مهاتما لاڀ پهچائي
سگهن ٿا. ماڻهو گذريل مهاتمائن جي سمادين ۽ قبرن تي
وڃي متا ڪسائين ٿا ۽ پيشانيون رکن ٿا جو سڀ ڀرم آهي.

"جيئري پتر نه پوڇئي- موئي سراڌ ڪرائي."

ڀائي شادي (هڪ مسلمان ستسنگي جو حضور جن جي خاص
سيوا ۾ رهندو هو) ٻڌايو ته جڏهن حضور جن سکر ۽ سرسي
وغيره ويندا آهن ته اتي جا مست فقير خوشي ۾ ٻرجي
حضور جن کي نمسڪار ڪرڻ ايندا آهن ۽ جي ڪڏهن
رستي تي ستگورن کي موٽر ۾ ايندو ڏسندا آهن ته خوشي ۾
مان ولي نچندا آهن ۽ چوندا آهن ته رب جي موٽر پئي
اچي. گويا سڀني مهاتمائن جو پاڻ ۾ ميل ميلاپ هوندو آهي.
مذهبي تعصب ۽ متڀيد ته صرف دنياداري جو وڙو آهي.
حضور جن ۾ فرمايو ته شريعت هرڪنهن مذهب جي جدا جدا
آهي مگر روحانيت سڀني جي ساڳي آهي. مهاتما شريعت
جو الڪهن نه ڪندا آهن.

### ٢٨ جون

شام جو گورو گرنٿ صاحب مان،

"چوڪي سڌڪ نار لپٽائي،"

شبد ڪيو ويو. هن شبد ۾ نار جو مطلب مايا يا شرير
. مايا پنهنجي پتي روح کي چوري ٿي ته موٽڪي ڇڏي

کي ۽ انهن رهڻ جڳائي. دنيا سان موهه ممتا نه رکي.

## ٢٥ جون

شام جو مولانا روم جي مثنويءَ مان ڪجهه فارسي ڪلام پڙهيو ويو جنهن ۾ هن لکيو آهي ته هي سنسار هڪ کوهه جي مثل آهي ۽ شبد يا ڪلمو انهيءَ مان نڪرڻ جي رسي. جگياسوءَ کي جڳائي ته ڪام ڪروڌ ڇڏي انهيءَ رسيءَ کي پڪڙي کوهه مان ٻاهر نڪري.

## ٢٦ جون

شام جو ستسنگ ڪندي حضور جن فرمايو ته جيڪو مهاتما پاڻ ڪنهن برهمنڊن تائين رسائي ڪري چڪو آهي صرف اهوئي ٻئي کي اتي وٺي وڃي سگهي ٿو. اهڙي مهاتما کي ئي گورو سڏجي ٿو. پر اول ته اهڙا مهاتما ناياب آهن ۽ ٻيو ته انهن کي سڃاڻڻ ڏکيو آهي.

ستگورن فرمايو ته ديوي ديوتائن کي پوڄڻ نه گهرجي، چاڪاڻ جو اهي پاڻ آتما جي شيوا واسطي بڻايا ويا آهن. انهن جي پوڄا ڪرڻ ليندو چاڪر جي ۽ چاڪري ڪرڻ. پوڄڻ لوڳي. صرف هڪ پرماتما آهي جنهنجي پراپتي پوري گوروءَ بنا ناممڪن آهي.

سر گوجرمل ستگورن کان پڇيو ته جوتش ودّيا ڪيتري قدر ٺيڪ آهي. حضورجن فرمايو ته اها هڪ سائنس آهي پر ٽن سببن ڪري انهيءَ ۾ غلطيءَ جو امڪان رهي ٿو. (١) جنم جو وقت اڪثر ٺيڪ لکيل نه هوندو آهي تنهن ڪري ڪنڊلي غلط ٺهندي آهي. (٢) انهيءَ ودّيا جا نهسوارٿي ماهر بلڪل گهٽ آهن. (٣) پنڊت پيسي جي لالچ ڪري ماڻهن کي تسلي ڏيڻ خاطر ڪنڊلي صحيح طور ڪونه ٺاهيندا آهن. چوندا آهن ته فلاڻو جپ يا دان پڻ

دنيا جي ڪابہ چيز سنگ نہ ٿي هلي ۽ انت سمي صرف تماشو رهجي ٿو وڃي. ان جو مطلب اهو نہ آهي تہ جي پرماتما ڪنهن کي ڌن دولت يا عهدو بخشيو آهي تہ انکي ڇڏي ڏئي ياڪ انهيءَ جو فائدو وٺي آرام جي زندگي گذاري پر دل ۾ اهو ضرور ياد رکي تہ هي سڀ جنهن ڏنهن جو جُنڪو آهي جنهن جي اصليت ڪابہ ڪانهي. پنهنجو پرلوڪ بہ سڌاري تہ تہ انت وقتي جمدوت اچي گهيٽندس، پڪڙي ڌرمراڄ جي دربار ۾ پيش ڪندس جتي پائي پائيءَ جو حساب چڪائي وٺندس. حضرت عيسيٰ بہ بائيبل ۾ لکيو آهي تہ حساب To the utter most Barthing ٿيندو.
جيڪڏهن ستگوروءَ جي شرن ۾ اچي نام جي ڪمائي ڪبي تہ ڌرمراڄ وٽ وڃڻو نہ پوندو ڇاڪاڻ تہ اهڙي حالت ۾ ستسنگيءَ جو ليکو ستگوروءَ وٽ هوندو آهي نہ ڪ ڌرمراڄ وٽ. حضور جن ٻڌايو تہ سندن هڪ رشتيدار جنهن نام نہ ورتو هو ان جي استري ستسنگڻ هئي. هو پوليس آفيسر هو. هن جي ڌرمپتنيءَ گهڻئي دفعا هن کي ڏاڍي هٿ لاءِ جبر پر سندس ڪرتا ياڳ جو ڪو نہ ڪو بهانو ڏئي ٽاري ڇڏيندو هو. آخرڪار انت وقتي جمدوتن اچي ورايس. اڳيو ڏانهون ڪوڪون ڪرڻ ”ڏس مونکي هٿ پيا ماڙن، اڙي مونکي نہ ماريو، مان ڪمزور آهيان مري ويندس“ وغيره.

”پھر اب پچتائي ڪيا هوت،
جب چڙيان چگ گئيں کيت.“

هيءَ دنيا ماکيءَ جي ڪٽوري مثل آهي. جيڪا مک لالچ وس ٿي ڪٽوري جي وچ ۾ ماکي کائڻ لاءِ وڃي اها اُلي ڦاسي پوندي ۽ نتيجو اهو ٿيندو جو ماکي تہ در ڪنار ٻاڪ پنهنجي جان بہ ڏيندي ۽ جيڪا مک ياسيرو اچي وٺي سا ماکيءَ جو سواد بہ وٺي وٺي ۽ اڏامي بہ وڃي. ستسنگيءَ

ٻڌاران ته سمجهائون ته ڪن وڻن جي خوشبوءِ هوندي پر
ٻوٽن اُٿي وڃڻا ته ڏسن ته هڪ ڪنجري مهاتما سڙڪ
پرسان ويٺو آهي. ادب وچان گوڏڙي لاهي مهاتما وٽ
ويا ۽ ستوري ڳالهه ڪيائون. لڳندي مهاتما کلي چيو ته روحاني
خوشبوءِ وارن وارو لڪ به ڪڏهن وري ڪي هوندو آهي.

شام جو سير ڪندي حضور جن فرمايو ته هن دنيا جي جار
مان اڪرڻ آلي مشڪل آهي. اول ته ماڻهن کي دنيوي
ڌنڌن مان فرصت ئي ڪانه ٿي ملي جو ويچارڻ لاءِ ڪٿان
آيا آهيون ۽ ڪيڏانهن وڃڻو آهي ۽ جي ڪو ويچاري به ته
انهيءَ لاءِ وري شريعت جا بندن آهن. جڏهن ڌرم يا مذهب
۾ انسان پيدا ٿيڻو لڳو ڪي سچو مڃي موت کانپوءِ مڪتيءَ
ملڻ جي آس لڳائي وهي ٿو ۽ وڌيڪ ڪا کوج ڪونه ٿو ڪري.
ڪي ورلا وڏڀاڳي، ڪامل مهاتمائن جي صحبت ۾ اچن ٿا ۽
انهن کي ئي صحيح سادن جو پتو لڳي ٿو جنهن ذريعي هو
چوراسيءَ کان ڇوٽڪارو پائي امر آنند ۾ وڃي سمائجن.

## ٢٤ جون

اڄ شام جو حضور جن هڪ ستسنگي جي گهر تشريف
وٺي ويا. انهي گهر وارن ڪجهه گراموفون رڪارڊ ٻڌڻ جا
وڄايا جن مان ڪجهه هي هئا.

"آج پريتم ميري گهر آئي،
ڪهت ڪبير ڌن ڀاڳ هماري."

"پيا ملن ڪو جانا يهي ڪي نڪسريا،
ڪنهن ڊگريا پل پل ڀاگ ڦلانا، پيا ملن ڪو جانا."
"گهونگهٽ ڪي پٽ کول ري." "جادو هٿ"

انهيءَ مان جو پتي ستسنگي نه هو پر انهيءَ شريف ۽
رحم ملڻو ماڻهو هو. حضور جن هنکي سمجهائيندي فرمايو ته

جن ڪيترن ڪابينن فرانس ۾ آهن ۽ لڙائيءَ سبب اچي
ٽٽيون سگهن ٿيون؟ شايد جنگ سبب برباد ٿي وڃن. حضور جن
فرمايو ته شايد لڙائيءَ کان پوءِ ملي وڃن.

## ٢٢ جون

صبح جو حضور جن ڇهين واري وقت ٿي ٽُورو سير
ڪري ويا. پوءِ ڪوليءَ جي ورانڊي ۾ اخبار پڙهندا رهيا.
مجيد جو ٢ ساڌو ستگورن کي گڏجڻ آيا جي چڱا ڀلاي
لي ڏٺا. پوءِ حضور جن "گذر کي موج وهو ته ڏار"
جي مختصر وياکيا ڪندي فرمايو ته هر حالت ۾ مالڪ جو
شڪر ڪرڻ گهرجي. ڪي ماڻهو مصيبت وقت ڏکي ٿي
پرماتما تي ڏوهه ڏيندا آهن. ڇا ائين ڪرڻ سان سندن
ڏک لهي ويندو؟ ڪڏهن به نه.

## ٢٣ جون

صبح جو ١١ بجي مان ستگورن کي ٽپال ڏيڻ لاءِ ويو
هوس ته ڪوئل ماريائين آئي. مون عرض ڪيو ته مون جون ٻه
ليڊي رشتيدار انگلنڊ ۾ آهن جن جي نالي واڪ تي دل آهي
عيسائين هو هتي اچن ليسائين هو ڪوڙي ساڌنا ڪن؟
حضور جن فرمايو ته ٻهڪي ليترن وچ ۾ ڌيان رکي رادا سوامي
جو سمرن ڪن. آهستي آهستي روشني نظر ايندي ۽ جڏهن
الهي روشنيءَ کي لڳاتار ڏسندا رهن ته پوءِ تارا، سج ۽
چنڊ نظر ايندا.

حضور جن پنهنجي ڪرسيءَ تي ويٺا جي هڪ ٻاهر
ڏنائي ته جڏهن ٻاڦ مري ٻاهر ٿي ملازمت ڪندا هئا ته
هڪ ڏينهن هو گهوڙي تي چڙهي ويا ۽ جڏهن وقتي ڏاڍهن هو
ويا چڙهي الان خوشبو اچڻ لڳي ۽ جيئن وڌندا ويا تيئن سگهند
وڌندي وئي.

## باب اٺون

## دلهائوسيءَ جو دؤرو
## ٢١ جون کان ٢٦ جولاءِ ١٩٤٣ع

### ٢١ جون ١٩٤٣ع

صبوح جو ٥ بجي ڪار ذريعي ڏيري مان دلهائوسيءَ لاءِ روانا ٿياسين ۽ منجهند ڌاري دلهائوسي پهتاسين.

ڪرنل مارٽن جو بنارس مان ١٥ ڏينهن جي موڪل وٺي آيو آهي شام جو آيو. هن عرض ڪيو ته بنارس ۾ هن کي هڪ ننڍو ڪمرو سونپيو ويو آهي جنهن ڪري هن کي ڀڄن سمرن جو وقت ٿورو ملي. حضورجن فرمايو ته جڏهن به من واندو هجي ته سمرن ڪيو ۽ ڀڄن ۾ دقت ٿيندي آهي جيستائين ستگوروءَ جي اوري سروپ جو درشن نه ٿيو آهي چاڪاڻ ته ايستائين سفر اڪيلو ڪرڻو ٿو پوي. درشن کان پوءِ سفر آسان ٿيو پوي ۽ اندر ۾ آنند به اچي ٿو. برهمنڊ جي رچنا هن دنيا کان هزارين دفعا وڌيڪ منوهر آهي. جيڪڏهن هتان ڪلڪتي وڃڻو هجي ته ريل يا هوائي جهاز جو سهارو وٺڻو پوندو پر سوکشم منڊل ۾ صرف خيال ڪرڻ سان ئي ٻي جڳهه تي پهچي وڃجي ٿو. اُتي جي رچنا اهڙو جلدي نٿي بدلجي. البت سمي ته هن دنيا جي ڪابه چيز ساڻ نٿي هلي فقط ڀڄن سمرن ئي پرلوڪ جو توشو آهي.

ڪرنل مارٽن چيو ته "The path of the Masters" ڪتاب

زال ٻاجي جيمنيءَ جي ڪٿيا ٻرسان روئڻ پٽڻ لڳو.
ڏهن جيمني ڪارڻ ٻڌس ته چيائين ته مان رستو ڀلجي وڃي
ٺيان مولڪي راڻ جو ٻهڻجي ڪٿيا ۾ رهڻ ڏيو. جيمني
واڻيو ته مان ته زال ذات جي شڪل ۾ نه ڏسندو آهيان.
هيءَ ڪري لهڻجي هتي رهڻ جو ته سوال ئي نٿو اٿي.
ن عورت جواب ڏنو ته جيڪڏهن راڻ جو ڪو جهنگلي
ڄانور مولڪي کائي ويو ته پاپ توکي لڳندو. اهو ٻڌي
جيمنيءَ چيس ته چڱو، هن ڪمري ۾ وڃي رهه پر اندران
ڪنڊو لڳائي ڇڏج ۽ جي مان خود دروازو کڙڪايان ته به
دروازو نه کولج. راڻ جو جيمني رشيءَ جي اکين اڳيان
انهيءَ عورت جي شڪل ڦرڻ لڳي. خيال آيس ته هن سان
ڳالهه ٻولهه ڪرڻ ۾ ڪهڙو هرج آهي.

آخر مجبور ٿي اچي دروازو کڙڪايائين پر اندران جواب
آيس ته مان در ڪونه کوليندس. زور سان چيائين ته مان
جيمني رشي آهيان. هن عورت اندران جواب ڏنس ته هن
وقت جيمني ناهين. آخر ڪام جي پربل ڌارا ۾ اچي ڇت
ڦاڙي ڪمري ۾ ٽپي پيو. ڇا ڏسي ته اها عورت ته آهيئي
ڪانه بلڪ خود ويد وياس جي مهاراج ويٺو آهي. نهايت لڄي
ٿيو. تنهن تي گرو وري چيس ته ڪو گرنٿ لکڻ سوکو
آهي پر ان تي هلڻ اوکو.

انهيءَ ڪانپوءِ

"ستگورو ڪا نام پڪارو،
ستگورو ڪو هينئري ڌارو."

شبد جي وياکيا ڪندي ستگورن فرمايو ته جن پنج
نامن جي سمرن جي هدايت گرو ڪري ٿو سي ذاتي نام
آهن يعني ست لوڪ تائين جيڪي منزلون آهن، انهن جي
مالڪن جا ذاتي نالا آهن. سياوڪ آهي ته جنهنجو نالو ونبو

نام جو اهو جپيندو سو هڪ ڏينهن ضرور سڀ لوڪ ٻڌندو
۽ ڪاٻه طاقت هن کي روڪي نٿي سگهي. البتہ ضرور آهي
ته جلدي يا دير سان ٻيجڙ ڦٽڻ جي شروع ۾ مدت لڳي مختصر
آهي جا ڪافي نه سمجهي ڪي سندس مرضيءَ خلاف زبردستي
نه ولي ويندا آهن. ستسنگ جو مطلب ئي اهو آهي ته جهڙو
ڪي لمحو ڏار ٻيجڙ جو شروع پيدا لڳي ۽ هن دنيا مان
وڃائڻ اچي.

## ۱۸ جون

اڄ ستسنگ ۾ حضور جن فرمايو ته جڏهن گرو پرکيا
وٺندو آهي ته ڪو ورلو گرمک ئي ان ۾ پاس ٿيندو آهي.
جيئن ڀائي گورداس جهڙو ڀڳت به ڪسوٽيءَ لئي صحيح
ڪين اُتريو. گرو ارجن صاحب جن هڪڙي گهوڙن خريد ڪرڻ
لاءِ ڪابل موڪليو. اهي ڏينهن ۾ لوٺ ڪري هتا سو ليائيون
مهرن سان اڳي ڪٽي ويا. ڪابل ۾ وڃي ٿيلهو ۾ رکيا. پٺاڻن
سان گهوڙن جو سودو ڪري جڏهن پيسا ڪڍڻ لاءِ ٿيلهو ۾
آيا ته ڏسن ته مهرن جي بدران ٺڪر ٺيڪريون ۾ پيا
آهن. ڊپ لڳن ته پيسا نه ڏنائين ته پٺاڻ ماري ڇڏيندا.
سو ٿيلهو کي اُتي ڦاڙي ڀڄي اڪتا ۽ وڃي بنارس پهتا.
ستگورو فرمايو ته جي اڏول وشواس ۽ ڀروسو هجين ها ته
اهي ٺڪر ۽ ٺيڪريون ئي ته روپيا ۽ اشرفيون پٺاڻن جي
حوالي ڪن ها.

اهڙي طرح وشي واسنا جو هڪ شيرو جيمني هو.
هن واس جي ائين پڌڙي لکيل ڪتاب جي تعريف ڪئي.
جنهن ۾ وشيءَ فرمايو ته لکڻ آسان ۾ عمل ڪرڻ مشڪل
آهي. جيمني چيو ته عمل ڪرڻ ڪو مشڪل ڪونهي.
ويدوياس فرمايو ته ڪنهن ڏينهن آزمائيندس. سو هڪ رات

صاف نہ ٿيندو تيستائين پرماتما جو درشن نہ ڪري سگهند
۽ جيستائين درشن نہ ملندو تيستائين چوراسيءَ جو چڪر ختم نہ
ٿيندو. آتما ڪيترن ڳالهين لاءِ پنهنجي چادر ڌوئڻ لاءِ واڳ
يعني پوڄا پاٺ، ڪرم ڌرم، جپ تپ وغيره ڪري ڌ
پر من نرمل نہ ٿيو ۽ اندر ۾ پرڪاش ڏسڻ ۾ نہ آيو
تلسيداس جن بہ رامائڻ ۾ لکيو آهي تہ آتما ابناسي آهي
پرماتما جي انس آهي پر هن کي ڪال جي حوالي ڪيو ويـ
آهي جنهن آتما کي تن ۽ من جي پڃري ۾ قيد ڪري رکيو
آهي ۽ ڪام ڪروڌ لوڀ موهہ اهنڪار جي ميل مٿن لـي
چاڙهي آتما کي ناپاڪ ڪري ڇڏيو آهي. هاڻي صاف ٿيڻ
جو ساڌن آهي ستگروءَ جي شرڻ هنجي ستسنگ ۾
پنهنجي ٿي چادر صاف ٿي سگهندي ۽ سندس هدايت انوسار
شبد جي ڪمائي ڪري جڏهن آتما پار برهم ۾ پهچندي
تڏهن ٿي آتما جي چادر صاف ٿيندي ۽ پوءِ ٿي هوءَ مالڪ
سان ملڻ جي لائق بڻبي. حضور جن فرمايو تہ ستت زبردستي
ڪنهن بہ آتما کي ست لوڪ نہ وٺي ويندا آهن ڇاڪاڻ تہ
ڪال ست پرش کان ٿي قرار ورتا آهن. (١) ڪنهن بہ جيو
کي پنهنجي گذريل جنم جو پتو نہ پوي ڇاڪاڻ تہ جيو کي
جي خبر پوي تہ پنهنجي برن ڪرمن جي سزا هو ڪيئن
ڀوڳي رهيو آهي تہ جيڪر هو ڪوبہ پاپ نہ ڪري ۽ هرڪو
پرماتما سان ملي وڃي. (٢) ستت ڪرامت نہ ڏيکارين نہ تہ
ستن لاءِ ڪجهہ مشڪل ناهي، هڪ هٿ مڙدي کي جيئرو
ڪن ٻئي هٿ انڌي کي سڄو ڪن تہ هزارين لکين ماڻهو
سندن پويان لڳي پون. (٣) آتما جنهن بہ جوڻ ۾ هجي اتي
خوش رهي ۽ آهي بہ ائين. مڙڻيءَ جو ڪيڙو بہ مرڻ پسند
نہ ڪري.

پوءِ فرمايائون تہ جنهن بہ جيو جي هردي ۾ ستت ستگرو

آهي نہ مولکي متو ٻنڪو ڏار ؟ جي نہ، نہ اوھو. ها
سوچو نہ ڪر براھمي شوڪ ڪيئن چوندو نہ سندس شر
گوروءَ جو ناهي! مجبورن مون باباجن جو ڏاٻن ڪري چر
"چکو پاڻي! ٻلي متو نيڪ." جڏهن هن جرنن تي سر رکيو
تہ اوڏي مهل ٿي چوڻ لڳو، "مهنجو سورهن سالن کان
بند ٿيل آيو هڪدم کاڻي پيو ؟ مهنجي وچاڻ چيو مولکي
واپس ماڻي وٺي. پيو تہ مولکي ستکورن اندر درشن ڏيئي
مهنجي سنڀال ڪئي." هڪ ستسنگ پيار سان هندي لاءِ
هڪ ڏکر پڇاڻو بر حڪم سنگھ جيو تہ مهنجو اُن حل هاڻي
ختم آهي. صرف هڪڙو سر ڪيھ رهل آهي سو مولکي
ڏاو. جڏهن هيڪي هڪ سر گيھ، گرم ڪري ڏنو واو نہ
ڪڻ پبنائن ؛ ڪڻ گرڙارن ڪري چڏيائين. پوءِ چيائين تہ
هاڻي شهد پڙهو ؛ جڏهن شهد ٻڙهيائون پئي تہ چولو چڏي
واو. جھوڙيءَ طرح پيءَ پت جو ڪمال ڏن اچيءَ خيال سان
ڪبس نٿو ڏني تہ متان وڙمڪ وچالي چڏي، اهڙي طرح ستکور
پهنجي شوڪ جو ڀڳن سمرن ؟ ڪماڻي جمع ڪندو وڃبو
الت والي ڪبس ڏنبو. لهمڪري ستسنگيءَ کي جڳائي
پهنجي ڀڳن سمرن ۾ لڳو رهي نہ ڪڏهن نہ، ڪڏهن
ڪامياسي اوس ملندي. مالڪ جڏهن ڏسندو نہ
مهنجو بندو مهنجي اِنتظار ۾ اڪيون پاڻي وٺو آهي تہ ڪڏهن
ضرور دروازو کولبندو لي.

## جون

شام جو حضوري پاڻيءَ مان،
"چـــــر مـــيري مـــوـاي پـئـي،
اب کـــهـــان بـــي جـــالـــون ڏلان."
هند کيو واو، ستکورن فرمايو تہ من ...

”ٻاڻي ٻڪا ٻيس داس ڪي ٻب هوئي نهال،
راڄ ملڪ سکداريان اگني ماهين جال.
سنت جن ڪا چوهرا تس چرني لاڳ،
مايا ڏاري چٽرپٽي تن چوڙ خيال؛
سنتن ڪا دانا روڪا سنو سرب نڌان،
گرهه ساڪت ٣٦ پرڪار ڪي ٻکو سمان.
ڀڳت جنان ڪا لونگرا اوڙهه نگن نه هوئي،
ساڪت سروپ رشمي ڦرت پت ڪوئي.
ساڪت سيون لک جوڙئي اڏ ٻيچون ٽوئي،
هرجن ڪي سيوا جو ڪري اس اُت سي ڇوئي.
سب ڪڇ تم هي سي هوا آپ ٻمت ٻنائي،
درشن ڀيٽ ساڌ ڪا نانڪ گن گائي.“

## ١٦ جون

ستسنگ ڪندي ستگورن فرمايو ته مان پنهنجو ڀڄن سمرن ڇڏي ساڌ سنگت جي شيوا ڪيان ٿو پر اها حالت سدائين نه رهندي ۽ اهو وقت ايندو جڏهن مونسان ڳالهه ٻولهه ڪرڻ لاءِ توهانکي وقت ئي ڪونه ملي سگهندو. پوءِ ڀائي حڪم سنگهه جي وارتا ٻڌايائون ته ڪيئن پرانم وس ٿي گهر ٻار ڇڏي اچي ڏيري ۾ رهي ڀڄن ڪيائين. جڏهن اندر ڪڇ ڏسندو هو ته جذبي ۾ اچي ٻڌائي وهندو هو. بابا جي مهاراج جن گهڻوئي سمجهايس پر هو هضم ڪري نه سگهيو. آخرڪار باباجن هنجو رستو بند ڪري ڇڏيو پر هو پنهنجو ڀڄن سمرن نت نيم سان پوءِ به ڪندو رهيو. ١٩١٨ ۾ هو بيمار ٿي پيو ۽ عرض ڪيائين ته مرنکي پنهنجي چرنن تي مٿو ٽيڪڻ ڏيو. مون جواب ڏنو ته مان مٿو ٽيڪائڻ پسند نه ڪندو آهيان. جڏهن ئي هن چيو ته جي لوهانجو شرير باباجن جو

پرنتي رهجي ويندا. انهيءَ ڪري جيڪي ستن جي واڳ
رهن ٿا انهڪي ان خطري کان ساوڌان رهڻ کپي.

## ١٣ جون

اڄ حضور جن ڏاڙي جي ڪم ڪارن ۾ مشغول رهيا ۽
ستسنگ سردار ڪلاسنگهه ڪيو ۽ جپاڻين ڪي ڏنا ڻ قسمن جي
ڏيندي آهي. هڪڙي پرماتما جي جهڙن مڪش ڏيهه کڻي،
اي گوروءَ جي جهڙن اندر وجهڻ جو پيد ڏاڙ، ڏٺن آتما جي
يعني انسان لبڪ پاڪ رهي ۽ پڇن سمرن ڪري پنهنجو
آتم ڪلياڻ ڪري. ٽين ڏيا ڪالسراءَ باقي ڏ پورو پورو لاڀ
ڏ پهچائي سگهندا ئون. انهيءَ ڪري انسان کي پرشارٿ
ڪري ڪام حرڻ ڪري. انتري ۾ حضور جن ڏ اڄي پراجمان ٿيا
۽ ڪمر صاحب جي برهه جي انگ جي واکيا ڪندي
فرمائون ته ستن جو حڪم آهي ته جيڪو جيو پرامي ۽
پرهي هجي انهيءَ کي اساڄي سهمک آڻيو ۽ پڇن کي ڄاڻي
ڏاڙ. وڌيڪ فرمائون ته چئن مهاتمان جي ساکي وچارڻ
جوڳي آهي. گرو نانڪ، ڪبير صاحب، تلسي صاحب ۽
سوامي جي مهاراج جن. انهن ۾ سوامي جي مهاراج جن جي
ساکي موجوده حالتن جي مدنظر ٻين ساکين کان آتم ۽
آسان آهي.

## ١٥ جون

صبح جو ٨ بجي ستسنگ ٿيو جنهن ڪاپوءِ ستگورن اپال
ڏني. هڪ ستسنگيءَ لکيو ڏ. مان رشوت ڏ وٺندو آهيان پر
انهيءَ ڪري منهنجو آفيسر مونسان خوش نه آهي. جواب
ڏنو ويو ڏ پڇن ڪندو رهه ۽ ستگورن هن ڏاهون هيٺين شبد
ڏاڙ مهاراج جن جو ڏ لکائي موڪليو.

ٻڌڻ جا ستسنگي درشن ۽ ستسنگ لاءِ آتل هئا.

”ڪهان لڳ ڪهون ڪٽلتا من ڪي“

شبد جي وياکيا ڪندي حضور جن فرمايو تہ پنهنجي
ڪمزورين ۽ عيبن کي دور ڪرڻ جا ٻہ طريقا آهن. ٻيا تہ
وويڪ ۽ وچار دواران ڪوشش ڪري انهن کي ڇڏجي. ٻي
سادڪ جو زور نہ هلي تہ ستگورن کي ونتي ڪري تہ
مهنجي منَ مان جند ڇڏايو. حضور جن فرمايو تہ ٻڌي
ستسنگياڻيون يا ستسنگي سمجهندا آهن، ٻاڪ شيڌيءَ سان
چوندا آهن تہ ستگورن فلاڻو ڪم هنجي صلاح مطابق نہ ٻاڪ
مهنجي صلاح موجب ڪيو. حقيقت اها آهي تہ ستگورو
هميشہ پنهنجي موج سان ڪم ڪندو آهي نہ ڪ ڪنهنجي
چوڻ تي ٻڌڻ تي. ستگوروءَ جو هر ڪنهن ستسنگيءَ سان
الڳ ۽ مخفي تعلق آهي ۽ ڪڏهن هڪ جو راز ٻئي سان
نہ ڪندو آهي. ستگورو اسانجي عيبن پاپن کي جيڪڏهن
ظاهر ڪري تہ جيڪر ڪير بہ سندن واجهو نہ وڃي. هو
سڀ طرح جاڻي جاڻهار هوندي بہ اڻڄاڻ ٿيڻجي گذارو ڪندو
آهي. در اصل، ستسنگيءَ کي جڳائي تہ جيئن غريب
ڪنگال ڪنهن دانيءَ جي اڳيان عاجزيءَ سان پيش ايندو
آهي اهڙيءَ طرح سڪ ستگوروءَ اڳيان ورلي. ٻڪاريءَ کي
ڪٿي داتا ڪيترو بہ گهٽ وڌ ڳالهائي تہ بہ هو جي ان جي
پرواہ نہ ڪري صدا اڳائيندو رهندو تہ داتا کي ضرور
ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪيس ڏيڻو ئي پوندو. وڌيڪ فرمايائون تہ
جيڪي ستسنگي سنتن جي شيوا ۾ رهن ٿا سي جيڪڏهن
سنتن کي سدائين مالڪ جو روپ ڪري مڃيندا تہ انهن جو
ٻيڙو پار ٿي ويندو پر جيڪڏهن مٿش ٻيا وڪيائون تہ پوءِ
خالي رهجي ويندا ٻاڪ جيڪي ٻري رهن ٿا تن کان ٻہ

ڪجي. حضور جن فرمايو جيڪا مالڪ جي مرضي.

## ١١ جون

شام جو سردار گلاب سنگهه، جن راماڻي جي اڙ ڪاٺ جو سنگ ڪندي پڌايو ته ٽلسيداس صاحب مالڪ وڪارن جو ورلو ڪيو آهي، ڪام ڪروڌ آدي وڪارن جي علاوه اهي وڪارن جهڙوڪ اهي ڪي سگهي ڏسي پڃڻ، پسرالي لندا، واڌ وروڌ. عام سنساري ماڻهن کي ته انهن مالڪ روڳن جو پتو لڳي ڪونهي ته پوءِ انهن کان ڇوٽڪارو پائڻ جو ڪيئن خيال ڪي ڪيئن اچي ؟ جن کي انهن وڪارن جو احساس آهي ان کي وري پوري علاج جو پتو ئي ڪونهي. گوسوامي جن لکيو آهي ته وشيہ وڪارن ۽ آشا ترشنا کي ڇڏي گرو ڀڳتي ڌارڻ ڪرڻ سان اهي ڪيئنا وڪار دور ٿين ٿا. مالڪ محبت جي نشاني اها آهي ته ڏينهون ڏينهن حرص هوس گهٽبندو وڃي ۽ ويراڳ ۽ واراڳ وڌندو وڃي. ستگرو فرمايو ته دنيا ۾ اهڙا ئي بيماري عام لڳندي آهي ۽ اهي ڪمزوري مٿين ايا ڏلي ويئي آهي ته جڏهن اپياس ۾ ويهڻ جي ڪالي انترڪ ترقي ٿي ويندي آهي ته پوءِ ڪيهن مت مالت جي مرليٽ يا ڏليوي نشان جي ياري ۾ چنتا ڪري بيهڻي آهي ايڪ اتيءِ لي بالي لهري ڇڏيندا آهن. گرهستيءَ ڪي سک دک کي سياوڪ سمجهڻ کپي ۽ دک جو من تي اثر نه رکڻ گهرجي. مالڪ جي موج سمجهي من ۾ صبر ۽ سنتوش ڌارڻ جڳائي. سک دک جو ڪرم ڪر تعلق ڪونهي. اهي ته صرف پوربلي جنم جي ڪرمن انوسار ملن ٿا. هن جنم ۾ ڪيل نيڪ ڪرمن جو ڦل ايندڙ جنم ۾ ضرور ملندو.

## ١ جون

اڄ جنجر جو ڪئمپ ڪري امرتسر، لاهور، جلندر ۽ واڳهن

ڇو مهاتما کي ناراض ڪجي. موٽي هلي ته ان کي ميان.
اچا واپس ورڻ شروع ٿي ڪيم ته ڇا ڏسان ته بابا ڪاهن
سامهون انيسن ڇوندو پيو اچي ته سک ڇوي ٿو ته بابا ڪسي
مهايان، بابا ڇري ٿو ته هلو ته سک کي ميارن. مان حيران
هوس ته جيترو هو مون کان پري نڪري ڇڪو هو اتان جي
هو ٽانگي ۾ به واپس اچي ها ته به اڌ ڪلاڪ لڳي وڃيس
ها سو ايتري ۾ ڪيئن پهچي واه! پوء شهر ۾ آياسين ۽ پاڻي
وغيره پيتوسين. جڏهن آخرين واپس وڃڻ واري گاڏيءَ جو
وقت پورجي آيو تڏهن مون چيو مانس ته هاڻي ته مون کي
وڃڻ ڏيو. آهي ته ٽانگو به ڪونه جو اسٽيشن تي پهچائي.
هن چيو ته فڪر نه ڪر. هڪڙو ٽانگو صرف تنهنجي انتظار
۾ اڏي تي بيٺو آهي جيستائين تون نه ويندين تيستائين هو
بيٺو هوندو. جڏهن مان اڏي تي آيس ته ڏٺم ته برابر هڪڙو
ٽانگو بيٺو آهي جنهن ۾ ويهي اسٽيشن تي پهتس.

۸ جون ۱۹۴۳ع

ڪالهه رات جو سردار هربنسنگهه، حضور جن جي سپ
کان ننڍي صاحبزادي جي سپتريءَ جي مڱڻي سردار اندرسنگهه
جي صاحبزادي سان ٿي جو فوج ۾ ليفٽيننٽ آهي.

اڄ صبح جو ۷ بجي راءِ بهادر شوڪ انسنگهه پساوا واري
جي سپتريءَ جي مڱڻي سردار هربنسنگهه جي وڏي صاحبزادي
سردار ڇرنسنگهه جن سان ٿي. حضور ۽ سڀ حاضرين خوش
هئا ۽ ٻنهي ڌرين کي خوب واڌايون مليون. ستگورون فرمايو
ته هنن ٻنهي جون جنم پتريون جيئن نهڪي آيون آهن تيئن
ڪي جزوي ميل ڪائيندڙون آهن.

سردار هربنسنگهه حضور جن کي عرض ڪيو ته جهڙي
هيءَ مڱڻين جي جوڙي آهي، شادي به هنن جي اهڙي ئي

ٻوندو آهي. صرف ٻرو ڪورو لڳي ڏومراهه جي حساب کان
اڃائي سگهبو. سگهورو سورمو آهي ۽ شهنشاهه آهي. انهيءَ
جي تائيد ۾ حضور جن بابا ڪاهن پشاور واري جي وارتا ٻڌائي
ٿا ڪيئن هو مستيءَ جي حالت ۾ رهندو هو ۽ پنهنجي تن
بدن جي به پرواهه نه ڪندو هو. چادر جي هڪ پاسي روٽي
اڌي پيئي هوندي هئي ته ٻئي پاسي پاخاني جا نشان لڳا
پيا هوندا هئا. هڪ ڀيري هڪڙي مرضي ٿي ته هو مون (حضور جن)
سان گڏ نوشهري مان پشاور هلي پر اسٽيشن ٽڪيٽ وٺڻ
۾ ڀنو ٻول وڃهي. جڏهن مون آڳرهه ڪيومانس ته بابا ڪاهن
ڇوٽ لڳو مان جنرل آهيان ۽ جيسيتائين مان نه ويندس
تيسيتائين گاڏي نه ايندي. خير جڏهن گاڏيءَ جي وقت
ڪانهه اسٽيشن تي پهتاسين ته پتو پيو ته گاڏي ليٽ آهي.
ٽڪيٽ وٺي گاڏيءَ ۾ ويٺاسين ۽ پشاور ڇانوڻيءَ لڳي لٿو
هو. منهنجو مستري جنهن وقت اسان جون ٽڪيٽون کڻون سو
لهي پيو. پر بابا ڪاهن نه پاڻ لهي نه مونکي لهڻ ڏني. چوي
پيو ته مان جنرل آهيان جڏهن منهنجي مرضي ايندي تڏهن
لهندس. اڃا اڳتي آئي ڪانهي. انهيءَ وچ ۾ گاڏي
وڃي هلي ۽ پشاور (سٽي) جي اسٽيشن آئي. سڀ ماڻهو
لهي ويا پر هو مست فقير دروازو روڪي ويهي رهيو ته
جڏهن مرضي ايندي تڏهن لهندس ۽ ليسين ٽوڪي ته لهڻ ڪين
ڏيندس. ڪيترا انگريز بابا جن کي سڃاڻندا هئا ۽ اسٽيشن
ماستر وغيره به سندس شرڌالو هئا. سو به ٿي سڀ ماڻهو اچي
ڪٺا ٿيا. تڏهن بابا ڪاهن چيو ته هاڻي منهنجي مرضي اچي
وئي آهي، هاڻي لهون ٿا. جڏهن ڦاٽڪ کان ٻاهر نڪتاسين
ته هڪ مست مهاتما ڇوٽ لڳو ته مان اوسان گڏ ڪونه هلندس
۽ پنهنجي رستي وٺي هليو ويو.

جڏهن مان اڪيلو ٿورو اڳتي هليس ته خيال آيم ته اڄاوو

چو مهاتما کي ناراض ڪجي. موٽي هلي تو ان کي مڃايان. اچـا واپس ورڻ شروع ٿي ڪيم ته ڇا ڏسان ته بابا ڪاهـن ساموهون ائـيـن چوندو پيو اچي ته سک ڇوي تو ته بابا کـي مڃايان، بابا ڇوي تو ته هلو ته سک کي مڃايون. مان حيران هوس ته جيترو هو مون کان پري نڪري چڪو هو اتان جي هو ٽانگي ۾ به واپس اچي ها ته به اڌ ڪلاڪ لڳي وڃيس ها سو ايتري ۾ ڪيئن پهچي ويو! پوءِ شهر ۾ آياسين ۽ پاٽي وغيره پيتوسين. جڏهن آخرين واپس وڃڻ واري گاڏيءَ جو وقت پرجي آيو تڏهن مون ڇيوانس تـه هاڻي ته مون کـي وڃڻ ڏيو. آهي ته ٽانگو بـه ڪونه جو اسٽيشن تـي پهچائي. هن چيو ته فڪر نه ڪر. هڪڙو ٽانگو صرف تنهنجي انتظار ۾ اڏي تي بيٺو آهي جيستائين تون نه ويندين ايستائين هو بيٺو هوندو. جڏهن مان اڏي تي آيس ته ڏٺم ته برابر هڪڙو ٽانـگو بيٺو آهي جنهن ۾ ويهي اسٽيشن تي پهتس.

٨ جون ١٩٤٣ع

ڪالهه رات جـو سردار هربنسنگهه، حضور جن جي سـڀ کان ننڍي صاحبزادي جي سپتريءَ جي مڱڻي سردار اندر سنگهه جي صاحبزادي سان ٿي جو فوج ۾ ليفٽيننٽ آهي.

اڄ صبح جو ٧ بجي راءِ بهادر شوق پالسنگهه پساوا واري جي سپتريءَ جي مڱڻي سردار هربنسنگهه جي وڏي صاحبزادي سردار چرنسنگهه جن سان ٿي. حضور ۽ سـڀ حاضرين خوش هئا ۽ ٻنهي ڌرين کي خوب واڌايون مليون. ستگورن فرمايو ته هنن ٻنهي جون جنم پترايون جيئن نهڪي آيون آهن تيئن ڪي جزوي ميل کائيندڙيون آهن.

سردار هربنسنگهه حضور جن کي عرض ڪيو تـه جهڙي هيءَ مولين جي جوڙي آهي، شادي به هنن جي اهڙي ٿي

ٻولڊو آهي. صرف ٻورو ڳورو ٿي ڏمراءَ جي حساب کان
ڀڄائي سگهبو. سڳورو سرمو آهي ۽ شهنشاهه آهي. الهيءَ
جي تائيد ۾ حضور جن بابا ڪاهن پشاور واري جي وارتا ٻڌائي
ته ڪيئن هو مستيءَ جي حالت ۾ رهندو هو ۽ پنهنجي تن
بدن جي به پرواهه نه ڪندو هو. چادر جي هڪ پاسي روٽي
ٻڌي ٻيٺي هوندي هئي ته ٻئي پاسي پاخاني جا نشان لڳا
پيا هوندا هئا. هڪ ڀيري هنجي مرضي ٿي ته هو مون (حضور جن)
سان گڏ نوشهري مان پشاور هلي پر اسٽيشن تائين وڃڻ
۾ پيو ٽال وجهي. جڏهن مون آگره ڪيومانس ته بابا ڪاهن
جواب ڏنو مان جنرل آهيان ۽ جيستائين مان نه وٺندس
تيستائين گاڏي نه هلندي. خير جڏهن گاڏيءَ جي وقت
ڪانوءِ اسٽيشن تي پهتاسين ته پتو پيو ته گاڏي ليٽ آهي.
ٽڪيٽ وٺي گاڏيءَ ۾ ويٺاسين ۽ پشاور ڇانوڻيءَ تي لٿا
هو. منهنجو مستري جڏهن وٽ اسان جون ٽڪيٽون هيون سو
لٿو پيو. پر بابا ڪاهن ته ٻاڪ لهي ته مولڪي لهڻ ڏئي. چوي
پيو ته مان جنرل آهيان جڏهن منهنجي فوج ايندي تڏهن
لهندس. اجا فوج آئي ڪانهي. الهيءَ ور ڪڏ ۾ گاڏي
وري هلي ۽ پشاور (سٽي) جي اسٽيشن آئي. سڀ ماڻهو
لهي ويا پر هو مست فقير دروازو روڪي بيهي رهيو ته
جڏهن فوج ايندي تڏهن لهندس ۽ ليسين لوڪي نه لهڻ ڪين
ڏيندس. ڪيترا انگريز باباجن کي سڃاڻندا هئا ۽ اسٽيشن
ماسٽر وغيره به سڃاڻندس شرڌالو هئا. سو به ٽي سؤ ماڻهو اچي
ڪٺا ٿيا. تڏهن باباڪاهن چيو ته هاڻي منهنجي فوج اچي
ويئي آهي، هاڻي لهون ٿا. جڏهن ڏاڪ کان ٻاهر نڪتاسين
ته هو مست مهاتما ڇوڙ لڳو ته مان اوسان گڏ ڪونه هلندس
۽ پنهنجو رستو وٺي هليو ويو.
جڏهن مان اڪيلو ٿورو اڳتي هليس ته خيال آيم ته اجازو

ورس جي دؤري يا پراڻن جي گوانج ڪارڻ هوندو.

جون

صبح جو ٨ بجي ستسنگ ٿيو جنهن ۾

"راڌا سوامي ڌرا سر روپ جگت ۾."

شبد جي وياکيا ڪندي حضور جن فرمايو ته سنت مت
۾ گوروءَ جي وچن کي سمت ڪري مڃڻ جو وڏو مهتو آهي.
چڪور چندرما جهڙي پريت تڏهن پيدا ٿئي ٿي جڏهن
اپياسي گوروءَ جي نوري سروپ جو درشن ڪري ٿو. ڪنهن
پڇو ته مسمريزم ذريعي ستسنگيءَ جي آتما کي گهرائي
سگهجيٿو؟ ستگورن وراڻيو ته نه. بلڪ پوت پريت ۽ ديوي
ديوتا به صرف ڪمزور دل ماڻهن کي تنگ ڪندا آهن.
چوڻي به آهي، "پوت پريت پرڌنا جو مني اُس ڪو ماري."

هڪڙو شخص ڪنهن پريت جي پوڄا ڪندو هو. هڪ
ڏينهن هن جي پاءُ پريت کي ڪافي بدشد ڳالهايو. اُئي ڏينهن
پوڄا جي وقت پريت پنهنجي شيوڪ کي چيو ته تنهنجي
پاءُ مونکي تمام گهٽ وڌ ڳالهايو آهي تنهنڪري مان تنهنجي
اولاد کي ختم ڪندس. هن ويچاري عاجز ٿي چيو ته انهيءَ
۾ منهنجو ڪهڙو ڏوهه؟ جنهن وڏڻ وهايا آهن انکي وٺ.
پريت چيو ته هو ته مونکي مڃي ئي ڪونه ٿو. انهيءَ ڪري
مان بدلو توکان ئي وٺندس.

اڄ شام جو حضور جن جا ڪي مهمان الهٰ آبادي مان آيا جي
گهڻو ڪري بي ستسنگي هئا. حضور جن گرنت صاحب مان
"جگ جيون داتا ايڪو ساچا"
شبد پڙهائي تشريح ڪئي ته بعضي اولادن کي
بد ... حساب ڏيڻ لاءِ وڃ...
به ڌرمراج جي دربار ۾ ڪرڻ جي

انهيءَ جوت جو درشن ڪرڻ سان ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موھ، اھنڪار روپي دشمن وس اچن ٿا. لهرا پد جا ٽي حصا آهن- ٿکي، لرڪتي ۽ گررو پد. گرو پد جي سوڀيا بي انت آهي. پرهم ۾ هرڪڪ جيو جي سنچت ڪرمن جو ڀنڊار جمع رهيتو. الي انهن ڪرمن کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪافي عرصو ابياسيءَ کي رهڻو پوندو.

”جيون ڦيرت ٻاڻ لٺولي،
ليون سرت گيت پيتر رولي.“

يعني جيئن پاڻ واءُ واسو جي مٽيل گريل پاڻ جي ڄٽ کي ڪاني صاف نٿو ڪري، اهڙي طرح ٿي شبد ابياس دواران آتما جا ڪرم آلي ڪنجي وڃن ٿا. پرهم ڪانپوءِ پار برهم جو ديش آهي جتي اصلي ليرت مانسرووَر آهي جنهن ۾ اشنان ڪري آتما جا سڀ ڪرم ۽ پردا لهي وڃن ٿا ۽ هوءَ ست لوڪ پهچڻ جي قابل بنجي ٿي. پر رستي ۾ مهاسن جو گهور اونڌهه طئه اچيتو مينگي صرف گروءَ جي پرڪاش دواران ٿي طئه ڪري سگهجيتو. مستنڪ ڪانپوءِ خورجو زالن کي چيو ۽ هڏهن مان ڪنهن ڪم ڪار ۾ رهنو هتان ۽ مينبجي ارد گرد ڪنهن ۽ ڪير جاڪاڻ ۽ مونکي لڪليف ٿي ٿئي. ستگروءَ جو درشن مستنڪ ۾ ٿي پرلم سان ڪرڻ کپي جو جو لي وقت هو مالڪ جي پرلم ۾ مگن هوندو آهي.

هڪ ستسنگيءَ عرض ڪيو، ”حضور! ڪي ستسنگي چون ٿا ته جيڪو شبد اسين ٻڌون ٿا سو اصلي ناد نه آهي بلڪ صرف رت جي دوري يا ساهه کڻڻ جو الر آهي. ستگرو ن فرمايو ته جيڪڏهن سچيو ٿئي ته اهو ئيڪ جي ۽ ته ٻه چڊ آڪاش کان پري ته پراڻ وڃي نٿا سگهن. انهيءَ ڪري ان ڪان مٿس منڊلي جسي شبد ٻڌ ڏيئي ته نڪينو ته اهو

طرح وڏن ۾ بہ 'نيتي، نيتي' جو ذڪر ٿيل آهي. پر سنت
قران ۽ وڏن جي دائري کان مٿي ويا آهن. مولانا روم
پنهنجي مثنوي ڇهون منزل کان شروع ڪئي آهي.
قران شريف تہ صرف ڪلام الله يعني پهرين منزل جو ذڪر
ڪيو آهي.

## ٢ جون

سردار گلاب سنگهہ گورو گرنٿ صاحب مان،

"ساون هريا ڀن."

شبد جي وياکيا ڪندي چيو تہ ستسنگ ۽ نام جو اثر
صرف اندراري ۾ لئي ٿئي ٿو. جهڙي طرح ساوڻ جي ورکا
سبزي ۽ نباتات کي هريو ڀريو ڪري ٿي پر انهيءَ موسم
۾ اڪ پاڻ سڪي ويندا آهن. حضور جن فرمايو تہ پاڻيءَ
کان نسواءِ ڪجهہ بہ نٿو ملي.

## ٤ جون

شام جو 'سار بچن' مان

"گورو متا انوڪا دوسا."

شبد جي وياکيا ڪندي حضور جن فرمايو تہ دنيا ۾ ٻہ
مارگ آهن هڪڙو 'من مت' ٻيو 'گورمت'. گورمت انهيءَ
وقت شروع ٿئيٿو جڏهن من ۽ سرت شبد سان جڙن ٿا. اهو
شبد ليسري ٿل ۾ آهي تنهن ڪري گورمت ليسري ٿل
کان شروع ٿئيٿو. انهيءَ کان مٿي سهنس دل ڪنول آهي
جنهن ۾ هزار بتين جي روشني آهي. وڏن ۾ انهيءَ کي
ڀڳوان جا "هزار سر ۽ هزار پير" ڪري بيان ڪيو ويو آهي
۽ قران شريف ۾ "لا الا الله" ڪوٺيو ويو آهي. هزارن
رشي مني انهيءَ جوت لئي محو ٿيا وينا آهن. اهي پهچي
ابياسي ستن ولائتن جي بادشاهيءَ کي بہ ٺوڪر ماري ٿو.

قل ضروري مايتو پر اهو وڏو لاءِ هن دنيا ۾ جنم وٺڻو پوندو.
پوري گروءَ ۽ نام جي ڪمائيءَ کانسواءِ مڪتي ناممڪن آهي.
هڪ مسلمان ستسنگ ۾ آئي حضور ڪان سوال پڇيو ته
توهين قرآن شريف کي خدا جو ڪتاب ڪري مڃو ٿا؟
ستگورن جواب ڏنو خدا جي مقام (مقام حق) ۾ نه ڪا
بولي آهيئي ڪانه. سڀ گرنٿ پوٿيون ، ويد شاستر، انجيل
قرآن انسان جا ٺاهيل آهن. وڏ ۾ وڏ انهن جئي سکيجيتو ته
انهن مهاپرش اهي پستڪ خدا جي هدايت مطابق ناهيا.
خدا نه ڪتابن ۾ آهي ۽ نه مندرن مسجدن ۽ ٺاڪر دوارن ۾.
خدا نه انسان جي اندر آهي.

## ٣٠ مي ١٩٤٣ع

اڄ صبح ٩ بجي ستسنگ ٿيو جنهن ۾،
”بڪ بوهتا لاديا“ ۽ ’سار بچن‘ مان ’بهادرن ماس‘
نه شبد ڪما ويا. ستگورن فرمايو نه جنهن بدي ۾ مليريا بخار
جو زور هوندو آهي ۽ بخار جي ڪارڻ پياس ۽ جلن محسوس
ٿيندي آهي اهڙي طرح هن دنيا ۾ بداڻ هالمڪ، اڌي وابوڪ،
۽ اڌي ڀولڪ ٽن قسمن جو بخار لوڪن کي چڙهيل آهي.
ترشنا روپي پياس ڪڏهن اجهي ٿي ڪانه ٿي ملڪ جيترو
انکي متاڻ جي ڪوشش ٿي ڪجي اوترو وڌيڪ چڙهي
ٿي ۽ انهيءَ ڪارڻ جو آواگون جي چڪر ۾ ڦري رهيو
آهي. تنهن لسي هڪ قاديانسي مسلمان چيو نه مان انهيءَ
آواگون جي اصول کي نٿو مڃان نه ڪو انسان جو روح اڪري
وري حيوان يا پرندي ۾ پوندو. حضور جن فرمايو نه مونکي
پهنجي ڪئين جنمن جي خبر آهي ۽ مهنجو تجربو آهي نه
آتما کي جنم مرڻ جي چڪر مان اڪرڻو پوندو. قرآن شريف
۾ لکيل آهي لا الله يعني الله کان پري ڪجهه نه آهي. اهڙي

طرح وٽن ۾ ٻه 'نيتي، نيتي' جو ذڪر ٿيل آهي. ٻڌ مت قرآن ۽ وٽن جي دائري کان مٿي ويا آهن. مولانا روم پنهنجي مثنوي ڇوٿين منزل کان شروع ڪئي آهي. قرآن شريف ته صرف مقام الله يعني پهرين منزل جو ذڪر ڪيو آهي.

## ٢ جون

سردار گلاب سنگهه گورو گرنٿ صاحب مان،

"ساون هريا ٻن."

شبد جي وياکيا ڪندي چيو ته ستسنگ ۽ نام جو اثر صرف اڌڪاريءَ لي ٿئي ٿو. جهڙي طرح ساوڻ جي ورڪا سبزي ۽ نباتات کي هريو ڀريو ڪري ٿي پر انهيءَ موسم ۾ اڪ پاڻ سڪي ويندا آهن. حضور جن فرمايو ته پاڻ کانسواءِ ڪجهه به نٿو ملي.

## ٤ جون

شام جو 'سار ٻچن' مان

"گورو مٺا انوکا دوسا."

شبد جي وياکيا ڪندي حضور جن فرمايو ته دنيا ۾ ٻه مارگ آهن هڪڙو 'من مت' ٻيو 'گورمت'. گورمت انهيءَ وقت شروع ٿيندو جڏهن من ۽ سرت شبد سان جڙن ٿا. اهو شبد ليسري ٿل ۾ آهي تنهن ڪري گورمت ليسري ٿل کان شروع ٿيندو. انهيءَ کان مٿي سهنس دل ڪنول آهي جنهن ۾ هزار بتين جي روشني آهي. وٽن ۾ انهيءَ کي يگوان جا "هزار سر ۽ هزار پير" ڪري بيان ڪيو ويو آهي ۽ قرآن شريف ۾ "لا اِلا اِل الله" ڪوٺيو ويو آهي. هزارين رشي مني انهيءَ جوت لي مٿو ٽيا ويٺا آهن. اٿي پهچي اپياسي ستن ولايتن جي بادشاهيءَ کي ٻه ٺوڪر ماري ٿو.

ڪُل ضروري ملبو پر اهو وڌڻ لاءِ هن دنيا ۾ جنم وٺڻو پوندو.
پوري ڪوشش ۽ نام جي ڪمائيءَ کانسواءِ مڪتي ناممڪن آهي.

هڪ مسلمان ستسنگ ۾ آئي حضور جن کان سوال پڇيو ته توهين قرآن شريف کي خدا جو ڪتاب ڪري مڃو ٿا؟ ستگورن جواب ڏنو خدا جي مقام (مقام حق) ۾ ته ڪا ٻولي آهي ئي ڪانه. سڀ گرنٿ ٻوليون، ويد شاستر، انجيل قرآن انسان جا ٺاهيل آهن. وڌ ۾ وڌ ائين چئي سگهجي ٿو ته اهي مهاپرشن اهي پستڪ خدا جي هدايت مطابق ٺاهيا. خدا نه ڪتابن ۾ آهي ۽ نه مندرن مسجدن ۽ ٺاڪر دوارن ۾. خدا ته انسان جي اندر آهي.

## ٣٠ مئي ١٩٤٣ع

اڄ صبح ٩ بجي ستسنگ ٿيو جنهن ۾،

”سڀ ڪو هٿا لاديا“ ۽ ’سار بچن‘ مان ’ٻهادرن ماس‘ ۽ شبد ڪڍيا ويا. ستگورن فرمايو ته جنهن ٻئي ۾ مليريا بخار جو زور هوندو آهي ۽ بخار جي ڪارڻ پياس ۽ جلن محسوس ٿيندي آهي اهڙي طرح هن دنيا ۾ دات پالڪ، اڌي وارڪ، ۽ اڌي ڀوتڪ ٽن قسمن جو بخار لوڪن کي چڙهيل آهي. ترشنا روپي پياس ڪڏهن اڃهي ٿي ڪانه ٿي. ماڻڪ جيترو انکي متائڻ جي ڪوشش ٿي ڪجي اوترو وڌيڪ چڙهي ٿي ۽ انهيءَ ڪارڻ جيو آواگون جي چڪر ۾ ڦري رهيو آهي. انهن ٿي هڪ قاديانـي مسلمان جيو ته مان انهيءَ آواگون جي اصول کي تسليم ڪريان ته ڪو انسان جو روح ڪڏهن وري حيوان يا پرندي ۾ پوندو. حضور جن فرمايو ته موتکي پنهنجي ڪنهن جنم جي خبر آهي ۽ مهنجو تجربو آهي ته آتما کي جنم مرڻ جي چڪر مان نڪرڻو پوندو. قرآن شريف ـل آهي لا الله يعني الله کان پري ڪجهه نه آهي. اهڙي

...ال ٻڌائي نه سگهي. وڌيڪ فرمايائون ته گورو ۽ شبد برهم هڪ آهن.
...ائين السگهه آهن پر پار برهم ۾ اٿي
سردار گلابسنگهه چيو ته "سم" ۽ "دم" ٻنا سرت شبد يوگ ۾
به ڪامياب نه ٿي سگهجي. "سم" جي معنيٰ آهي من کي
روڪڻ ۽ "دم" جو مطلب آهي اندرين جو دمن ڪرڻ.
وارن جي رکوالي ڪرڻ سان شرير طاقتور ٿيندو ۽ ڇهري ۽
مستڪ لاءِ ٺيڪ آهي. حضور جن فرمايو ته برهمچرج هر ڪنهن
عمر ۾ فائديمند آهي پر جي جواني ۾ رکجي ته سوني تي
سهاڳو. فرمايائون ته اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ گرهست آشرم جي
پوري سکيا نٿي ڏني وڃي.
ستسنگ ڪاپوره هڪڙي ستسنگي عرض ڪيو ته حضور جن
سندس پتا کي انت وقت درشن ڏنا هئا ۽ سنڀال ڪئي.
۽ بشنداس پوري پڻ پنهنجي پتا جي مرڻ جو ذڪر ڪندي
ٻڌايو ته انت سمي داتا جن ڪيس ۽ سندس پتا ٻنهي کي درشن
ڏنو. حضور جن فرمايو ته ائين اڪثر ٿيندو آهي.

۲۹ مي

شام جو سار بچن مان، عجب پرمايا،
"ڪال ني جگت،
ڪال ني ڪيا ڪرون بکان."
مٿين شبد جي تشريح ڪندي حضور جن فرمايو ته دنيا ۾ ٽ...
قسمن جا ماڻهو آهن. پهريان مورک جي مورتي پوجا...
تيرٿ ياترا کي مکتي جو ساڌن سمجهن ٿا. ٻيا ٻڌا...
جي گرنٿن پوٿين جي پڙهڻ کي نجات جو باعث سمجهي و...
آهن. ٽيان وچولا جي ڪڏهن مورکن سان ملي وڃن ته ڪڏ...
ودوانن سان، ۽ جپ تپ ۽ ڪرم ڌرم مان مکتي جي...
رکي ويٺا آهن. اهي ٽيئي دوکي ۾ آهن. ڪرم ڌرم...

سنڌس ورهه ڏيئي آتما گرڀ ۾ اچي ٿي. هر هڪ آتما
پنهنجي ڪرمن انوسار سڀون يکي وڃي ٿي يا انسان جي جوڻ
۾ پيدا ٿئي ٿي. مطلب ته وچاروان ماڻهوءَ لاءِ هن دنيا ۾
انڌ ڌنڌ آهي ۽ ڪشٽ ۾ اهو چٽو ڪرلهي. الٽو آهي ته
اهو جو ٽين ڪان انسان کي وڏڪ آرام آهي ۽ ٿڌي ۽ اهڙو
ڪري انسان ڪوليهي جو دعويٰ سان چوي ٿي ته مان سکي
آهيان. ڪنهن کي ڪو ڏک آهي ته ڪنهن کي ڪو. هيءَ
دنيا آهي ئي ڏکن جو گهر جتي ڪرم پرڌان آهي. جيئن
جيئن انسان ڪام ڪروڌ لوڀ موهه اهنڪار جي وس ٿي ڪرم
ڪري ٿو تيئن تيئن وڌيڪ ٿو وڏڪ پريشان ٿيندو. سچو
سک آهي مڪتيءَ ۾ جا صرف پوري گوروءَ جي دَيا ۽ نام
جي ڪمائيءَ ذريعي ممڪن آهي. جنهن لاءِ دان پنج يا تيرٿ
ڪيا پنج شڀ ڪرم ضرور آهن پر انهن جي ڦل پرڳٽ لاءِ
وري جنم وٺڻي هن دنيا ۾ اچڻو پوي ٿو. جي ڪرم اٽي سرشٽ
هوندا ته پوءِ سرڳ لوڪ ۾ وڃي معياد پڄاڻان وري ته هن
دنيا ۾ جنم وٺڻو پوندو. شبد يا نام جي ڪمائي انسان کي
امر لوڪ پهچائي ٿي جتان پوءِ واپس اچڻ جو سوال ئي نٿو
اٿي.

۲۷ مئي

شام جو گورو گرنٿ صاحب مان هي شبد ڪيو وار:

"جيون آسا ڪُوڙي لبوان جاسي
جنم مرن ڪيا دک ليسا."

ستگورن فرمايو ته جيڪر ماڻهو سمت ستگوروءَ کان نام
وٺڻ ڪانسواءِ مري ٿو، انهيءَ جي آتما ڪاٿي طرف ڪال جي
منهن ۾ وڃي ٿي ۽ جڏهن ڪال هنکي چباڙي ٿو ته پراڻيءَ
جي اکين مان لڙڪ وهڻ اچن ٿا ۽ ڪڏهن ڪڏهن وچان پيشاب
پاخانو به وهي وڃڻ ۾ واڪارو پراڻي واپس اچي پنهنجو

# باب ستون

## حضور جن جي ڏيري ۾ رهائش

٢١ مئي ١٩٤٣ع

شام جو

"جڳ ۾ گھور انڌيرا پاري"

سار ٻچن مان پڙهيو ويو جنهن لي ستگورن تمام سندر وياکيان ڏيندي فرمايو تہ جيتوڻيڪ سج جو پرڪاش آهي تنهن هوندي بہ سمت ڇون ٿا تہ هتي گھور انڌيرو آهي ڇاڪاڻ تہ هن دنيا ۾ جيو جي خوراڪ جيو آهي. مثال طور پاڻيءَ ۾ ٩ لک قسمن جا جيو آهن جتي وڏي مڇي ننڍيءَ کي کائي ٿي ۽ وڏي مڇيءَ کي ان کان وڏي مڇي کائو وڃي. ويل مڇي سڀني کي کائو وڃي. اهڙيءَ طرح خشڪيءَ ۾ ٻڪراون، گانيرن، ميهون نباتات کي کائين ٿيون ۽ نباتات ۾ بہ جان آهي. شينهن ۽ بگهڙ وري ٻڪرن ۽ رڍن کي کائو وڃن. تندن پکين جي خوراڪ ڪيڙا ماڪوڙا آهن. وري اهڙا پکي باز جو کاڄ آهن ۽ انسان سڀني کي کائو وڃي. هر هڪ اناج جي داڻي ۾ بہ آتما آهي. گرنٿ صاحب ۾ لکيل آهي، "جيتي داڻي ان کي، جيا باجھہ نہ ڪوئي." شرليءَ ۾ بہ لکيل آهي تہ آتما موت کان پوءِ سج ۽ چنڊ جي ڪرڻن ذريعي هن دنيا ۾ واپس اچي ٿي ۽ ٻاجهين ميون ۽ اناج ۾ داخل ٿئي ٿي، آتما جي موجودگيءَ ڪارڻ ئي ميون ۽ ٻاجهين ۾ رس ٿئي ٿي ۽ جڏهن مرد انهن کي کائي ٿو تہ

صاحب جي شبدن جي وياکيا ڪئي ويئي. دادو صاحب
جو شبد "جائي التراامي اکت اکه اُنامي" ۽ پلٽو صاحب جو
"اُلٽا ڪروا ڳڳن مين لس مين جري چراغ"
۽ للسي صاحب جو
"سرت سد سند ملاپ آپ اذر چڙهه چاکيا."
شبد کنيا ويا. ستگرون فرمايو ته سماڌي ٽن قسمن جي آهي ۽
گيان سماڌي، سن سماڌي ۽ سهج سماڌي. للسي صاحب
پنهنجي شبد ۾ ليسري لل کان ولي سچکيد الئين رستي جي
سيني منزلن جو ذڪر ڪيو آهي.

## ١٦ مئي

اڄ صبوح جو ٦ بجي موٽر ڪارن ۾ اکتاسين ۽ سومنا
اسٽيشن تان گاڏيءَ ۾ چڙهي مجهند ڏاري دهلي پهتاسين.
شام جو حضور جن دريا گنج ۾ سنگت کي درشن ڏنو.
١٧ مي شام جو سڪندرآباد پهتاسين جتي ٢ ڏينهن رهي
٢٠ مي شام جو ڏاري پهتاسين.

برهم ٿائين (٣) مڇلي چال جا پار برهم کان شروع ٿي ٿئي (۴) ڀهنگم چال (پکيءَ جي چال) جا ست لوڪ پهچي پراپت ٿئي ٿي.

هڪ ماڻهوءَ ستسنگ ۾ اُٿي پڇيو تہ تقدير وڏي يا تدبير. ستگورن جواب ڏنو تہ اڳئين جنم ۾ جيڪي ڪرم تدبير جي روپ ۾ ڪيا وڃا سي هن جنم ۾ تقدير جو روپ وٺن ٿا ۽ اهي ضرور ڀوڳڻا پون ٿا. ها جنهن وقت اهي تدبير جي روپ ۾ هئا تہ ڪرڻ واري جو اختيار هو تہ سٺا ڪرم ڪري. جهڙي طرح ڪسان جا اختيار آهي تہ پنهنجي ٻنيءَ ۾ جَوَ پوکي يا ڪڻڪ. پر جڏهن فصل تيار ٿي وڃو تہ ٻنيءَ جنهن جَوَ پوکيا آهن سو جَوَ ڪاٽيندو ۽ جنهن ڪڻڪ پوکي آهي سو ڪڻڪ. اهڙي طرح تدبير مان تقدير ٺهي ٿي. جي هينئر ڪرم سٺا ڪبا تہ اڳتي هلي تقدير بہ سٺي ٿيندي

## ۱۴ مئي

اڄ حضور جن قريب ۴۰۰ ماڻهن کي نام دان بخشيو. ڪنهن پريميءَ پڇيو تہ جي هن رفتار سان ستگورن نام جي ورکا ڪئي تہ پوءِ هن پرمنڊل جون سڀ آتمائون سچکنڊ پهچي وينديون ۽ هيءَ دنيا ٿي خالي ٿي ويندي. پر هي گڻت (Arithmetic) جو مسئلو آهي تہ جيڪڏهن لامحدود (Infinity) مان محدود ڪاٽبو تہ بہ لامحدود وڃي بچندو.

راءِ صاحب جي لنگر جو انتظام نهايت عمدو آهي. سندس برادريءَ جا ماڻهو بہ پرام پيار سان ساڌ سنگت جي شيوا ۾ لڳل آهن. راءِ صاحب جي گهر جا سڀ ماڻهو پريمي ۽ اُدار دل آهن.

## ۱۵ مئي

شام جو ستسنگ ۾ دادو دڀال، پلٽو صاحب ۽ ڪاسي

وري جڏهن گورو ناڪ صاحب ڪيس درشن ڏنا ته هن
کان وڃتي ڪري پڇيو ته توهان جو اصلي نام ڪهڙو آهي؟
مون کي الي ڪڏهن ولي ملندا؟ مون کي الي پهچڻ لاءِ
ڪهڙي سادنا ڪرڻ کپي؟ جيڪڏهن انهن سوالن جو جواب
مليو ته پوءِ هو سمجهي ته سچ پچ گورو صاحب جن آيا آهن
۽ جي نه مليو ته سمجهي ته من جو دوکو آهي. انسان چيتن
آهي انهيءَ ڪري صرف چيتن مهاپرش جو ڏيان ئي هن
کي چڪي سگهندو.

## ٩ مي

اڄ ڏهاڙيءَ ۾ ستسنگ ٿيو ۽ ستگرو ڦراب ١٠٠ زالن ۽
مردن کي نام دان بخشيو.

## ١٠ مي

صبوح جو پساوره لاءِ روانا ٿياسين. سومنا رڀاوي اسٽيشن
لائين ٽرين ۾ ۽ پوءِ ڪار ۾. راءِ صاحب شو ڏيانسنگهه خود
حضورجن جي ڪار هلائي رهيو هو. جڏهن پساوره پهتاسين
ته راءِ صاحب جي شاندار حويليءَ ٻاهران هزارن جي تعداد
۾ سنگت بيٺي هئي. سڀني جي نهايت خاطر تواضع ڪئي
وئي. سيان کان وٺي روز صبوح جو ٨ بجي ۽ شام جو ٦
بجي ستسنگ ٿيندو.

## ١١ مي

راءِ صاحب عرض ڪيو ته سندس محل جي وسيع حاطي
۾ جيڪي نم جا وڻ بيٺا آهن ان جو ۾ اڏار ٿئي. حضورجن
فرمايو ته انهن وڻن جي هيٺان نام دان ڏنو ويندو پوءِ انهن
جو اڏار ڇو نه ٿيندو؟ ستگورن راءِ صاحب جي ماٽين، ڪهوڙن،
ٻڪرن ۽ اسب جي وڻن، سڀني تي پنهنجي ديا درشٽي وڌي.

### ٦ مئي

شام جو سرسي جي ستسنگ گهر ۾ ستسنگ ٿيو جنهن ۾
"ڏس سن ڪرڻ سمجهائي."

شبد ڪيو ويو. حضور جن فرمايو ته پرماتما انسان جي شرير ۾ آهي پر هو اگيان وس هنگي جهنگلن پهاڙن ۽ بيابانن ۾ پيو ڳولي. ستگورو پنهنجي نوڪريءَ جي وقت جي هڪ ڳالهه ٻڌائي ته ونن هڪ مسلمان سبد نيڪيدار هو. هن حضور جن کي عرض ڪيو ته مهنجو بل جلدي پاس ڪري ڏيو ڇو جو مونکي حج تي وڃڻو آهي. حضور جن هنکي پيسا ڏياريا ۽ نيڪيدار خوش ٿي عرض ڪيو ته مهنجي لاءِ ڪا ڪار خدمت هجي ته حاضر آهيان. حضور جن چيس ته الي جي خدا کي مهنجا سلام ڏج. نيڪيدار حيران ٿي پڇيو ته الي ڪو ٻيو خدا آهي! تڏهن ٿي ستگورو پڇيس ته پوءِ تون الي ڀلا ڪهڙي ڳولڻ ٿو وڃين؟ جڏهن هو حج ڪري واپس آيو ته دااجن پڇيس ته خدا ڏٺئي؟

شاه صاحب جواب ڏنو ته الي خدا ته ڏٺم ڪو نه آهو باقي هڪ عمارت ته ضرور هئي.

### ٧ مئي

صبوح جو سوال سرسي اسٽيشن تي پهتاسين. سيڪنڊ ڪلاس ۾ واهي حصار کان ليدا دهليءَ پهتاسين. اسان جي گاڏي ۾ هڪ سک ۽ هو جنهن حضور جن کان ڪيترائي سوال پڇيا ۽ چيائين ته هڪ سک مونکي ٻڌايو ته ڪهڙي گورو نانڪ صاحب جن جو درشن لڀندو آهي. حضور جن اتر ڏنو ته جيڪڏهن گورو نانڪ صاحب جن کي دنيا ۾ اچڻ ٿي ڦرٽو هو ته پوءِ هنن ٻين سمرن باقي ڇا لاءِ ڪيو؟

جڏهن اهو سک توهان کي گڏجي ته هن کي چئجو ته

## باب ڇهون

## سڪندرپور ۽ پساوي جو دؤرو

۱ مي

اڄ صبوح جو ساڍي ڇهين بجي ڏاري مان روانا ٿياسين ۽ شام جو سڪندرپور پهتاسين.

۵ مي

حضور جن فرمايو ته ڏاري جي بنسبت مولکي هتي وڌيڪ آرام آهي. شام جو حضور جن اڱڻ ۾ ڪرسيءَ تي اچي براجمان ٿيا. اسين سڀ هيٺ فراس تي ويٺاسين. سردار ستنام سنگهه جي ننڍي ڪڪي راڻد ڪندي ڪڏهن ستگورن جي سامهون تي پئي مٿو رکيو ته ڪڏهن سندن هنج ۾ وهڻ لاءِ مٿي پئي چڙهيو. دالاجن نهايت پريم سان هن ڏانهن پئي نهاريو ۽ چاڪاڻ ته کيس ڏاڍو پائيندا آهن. حضرت محمد صاحب جي باري ۾ به مشهور آهي ته هو پنهنجي ڏوهٽن حسن ۽ حسين کي ڏاڍو پائيندا هئا. پوءِ سرڪاران گاربيت جو پريم ڀتر حضورجن کي پڙهي ٻڌايو ويو جنهن ۾ هن لکيو هو ته قدم قدم تي هو حضورجن جي سهائتا محسوس ڪري رهيو آهي ۽ اهڙي قسم ٻيون اليڪ رپورٽون هر روز ستسنگين جي خطن ۾ اچن ٿيون ته سنساري مشڪلاتن ۾ به ستگورو سندن مدد ۽ رکيا ڪري ٿو.

## ٢٠٦

اڄ سردار ڀڳت سنگهه گورو تيغ بهادر صاحب جن جا سلوڪ پڙهيا. ٻڌايائين ته اهي انهيءَ وقت سنگورن اُچاريا هئا جڏهن سندن قتل جو حڪم ٿي چڪو هو ۽ هو خوشيءَ سان پنهنجو سر قربان ڪرڻ لاءِ دهليءَ ويا هئا. ڪيئن موت جو ڪو ٻ ڊپ يا چنتا ڪانه هئي. حضورجن فرمايو ته سنتن کي ڪير ڪٽي ڪيترو ٻ ڪشت ڏئي ته ٻ هو سراپ نه ڏيندا آهن. انهيءَ نقطي جي تائيد ۾ سردار ڀڳت سنگهه ٻڌايو ته حضرت عليءَ کي لڙائي ڪندي سخت زخم پهتا هئا پر سندس دشمن کي ٻ مونمار زخم رسيا ۽ آخر انهيءَ کي پڪڙي وٺي آيا. حضرت عليءَ کي سخت اُڃ لڳي هئي. سو هنجي واسطي شربت جو هڪ گلاس ڪٽي آيا. حضرت عليءَ فرمايو ته اهو هن اسانجي دشمن کي ڏيو ڇاڪاڻ جو هنکي وڌيڪ ضرورت آهي. پر انهيءَ شخص انهيءَ خيال ڪري پيئڻ کان انڪار ڪيو ته متان شربت ۾ زهر مليل هجي. تنهن تي حضرت عليءَ فرمايو ته جيڪڏهن مهنجو اهو دشمن فوت ٿي ويو ته پوءِ هنکي جنت ۾ داخل ڪرائي پوءِ ئي مان داخل ٿيندس.

شيخ سعدي جو ٻ ڪلام آهي:

”شنيدم ڪه مردان راه خدا،<br>
دل دشمنان هم نه ڪردند تنگ؛<br>
ترا ڪئي ميسر شود اين مقام،<br>
ڪه بادوستانت خلاف است وجنگ.“

هڪ ستسنگيءَ لکيو ته مونکي هڪ ايپاسيءَ ٻڌايو آهي ته پيچ ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ ٽن ڳالهين جو ڌيان رکڻ ضروري آهي:-

جنهن ڀِر اُچلاءُ سا پڪياڻي بڻي آهي ۽ ماتا جهنگل ۾ بنا وسترن پيئي پئي. انهيءَ ڪري انسان کي نيڪ ڪرم ڪرڻ کپن.

ڪرمن جو ذڪر ڪندي حضورجن فرمايو ته پوان پنجن ڇهن جنمن جي تعلقات ڪارڻ ڪيترائي جيو منهنجي ارد گرد رهن ٿا.

۳۰ اپريل

اڄ کان اهو نيم شروع ڪيو ويو آهي ته سنگت حضوري دروازي جي ٻاهران درشن ڪرڻ لاءِ ڪٺي نه ٿئي ۽ سڀ وڃي ستسنگ هال ۾ وهن جتي ڪلاڪ کن لاءِ حضورجن درشن ڏيندا ۽ ماڻهن جا عرض ٻڌندا. انهيءَ ڪري صبح جو جيڪا پيڙ پاڙ ٿيندي هئي سا بند ٿي وئي. شام جو ڪبير صاحب جي ساکي سنگره مان شيوا جو انگ ڪيو ويو. ستگورن فرمايو ته مهاتمائن جي پرالبڌ نظر ايندي آهي پر در اصل هوندي ڪانهي. انهيءَ ڪري جوتشي سندن جنم ڪنڊليءَ کي ڏسي سندن پرالبڌ جو صحيح اندازو نه لڳائي سگهندا. وڌيڪ فرمايائون ته جڏهن منهنجي ٽنگ جي هڏي ڀڳي ته اها پنجن سالن جي تڪليف هئي پر بابا جي مهاراج جن پنهنجن مهنن ۾ پوڳائي معاف ڪئي. جڏهن چوڻ لڳي ته ڊاڪٽرن کي منهنجي بچڻ جي اميد به ڪونه هئي ۽ جڏهن انهيءَ حالت جي باري ۾ بابا جن کي تار رستي سوچنا موڪلي وئي ته هنن پنهنجي انتر درشٽيءَ سان ڏسي فرمايو ته وپندو ڪونه. اهي ڪيترن ستسنگين اهڙا ورتانت ٻڌايا ته ڪيئن ستگورن سنساري ڪمن ۾ به سندن واهي سندن سهائتا ڪئي. ستگورن فرمايو ته هڪ ڀيري بابا جن منهنجي ڳوٺ مهمان سنگهه والا آيا. پنهنجي ڪمري

عرض مون کي راجائي ملي آهي. جو لڏين سرھي چمر
ن شهر ۾ ملاڻي پسڪباڻي آهي انهيءَ کان بچيو. جڏهن
يا انهيءَ پنگياڻيءَ وٽ واو ۽ انهيءَ وري ڇيس ۽ ملاڻي
ڪريءَ لي هڪڙو ساڌو ڏوڻي لڳائي ويٺو آهي، انهيءَ
مت وح ۽ هر تنهنجي لسلي ڪندو. راجا پوح انهيءَ ساڌوءَ
رت پهتو. ساڌوءَ ارج ڏنئي وشهرپوريءَ مان ومان گهراڻو
جنهن ۾ راجا کي وهاري وتڪت ٻولي ويو. الي چا ڏسي
۽ ڏاڍا سندر محل ٺهيا اهن. پچا ڪرڻ لي ٻڌاياڻون ۽ اهي
سب محل راجا پوح لاءِ ٺهيا لهن. جڏهن اهي وابس پرتويءَ
لي آيا ۽ ساڌوءَ چيو ”هي راڄن! پورب جنم ۾ لون ۽ مان
پاڙ هئاسين، ۽ هوءَ پنگياڻي اسان حي پٺ هئي. هوءَ حيڪا
پيڙي پهاڙن ۾ سرگردان ٿي ڀٽڪي ٿري سا اسان جي مالا هئي.
اسان جو پتا. ننڍيءَ عمر ۾ گذاري ويو. هڪ ڏيهي جڏهن
اسين اچا ننڍا هئاسين ۽ ٻک جي ڪارڻ وياڪل ٿي رهيا
هئاسين ۽ اسان جي مالا ڪٿان اٺ ورتي آئي ۽ ان مان چار
ماڻهو ن پچايائين. جڏهن ٻاڪ جهٽي ڪسي هڪ روٽي
ورهائجي ملي ۽ انهيءَ وقت هڪ ساڌوءَ اچي درلي صد
هنئين. پنهنجي مالا ساڌوءَ کي چيو ۽ اسين خود بکايل
لڙڪي روٽي ڪٿان ڏيون ۽ جوش ۾ اچي ساڌوءَ جي چا
لاهي جڏيائين. ساڌو شاٻت سياهءَ وارو هر سو چپ ره
پوءِ اسان جي پٺ غصي ۾ اچي هن جي متان اهر اچلا
مون وري چلهه مان ارلڌ ڪالي ڪيڏي ساڌوءَ کي هن
پر لو سوچيو ۽ هي جو ساڌو اهڙي بي عزتيءَ جي باو
۽ وڃي ٿو سو ضرور نهايت بکايل هوندو. اهو وچار
پنهنجي روٽيءَ مان اڌ روٽي هن کي ڏنيسين جڏي.
جي عيوض لڙڪي هن جنم ۾ راجائي ملي آهي. ڏسين ٿو
گرم ڏوٽيءَ جي اڳيان پنهنجو جسم پيو لڀايان. پنهنجي

جڏهن ٻهر اُجلاڙو سا ڀڳياڻي ٻڌي آهي ۽ ماڻا جهنگل ۾ ٻنا وسترن پيئي پڪي. انهيءَ ڪري انسان کي نيڪ ڪرم ڪرڻ کپن.

ڪرمن جو ذڪر ڪندي حضور جن فرمايو ته ٻوان پنجن ڇهن جنمن جي تعلقات ڪارڻ ڪيترائي جيو منهنجي ارد گرد رهن ٿا.

۳۰ اپريل

اڄ کان اهو نيم شروع ڪيو ويو آهي ته سنگت حضوري دروازي جي ٻاهران درشن ڪرڻ لاءِ ڪٺي نه ٿئي ۽ سڀ وڃي ستسنگ هال ۾ وهن جتي ڪلاڪ کن لاءِ حضور جن درشن ڏيندا ۽ ماڻهن جا عرض ٻڌندا. انهيءَ ڪري صبوح جو جيڪا ڀيڙ ٿيندي هئي سا بند ٿي وئي. شام جو ڪبير صاحب جي ساکي سنگره مان شيوا جو انگ ڪيو ويو. ستگورن فرمايو ته مهاتمائن جي پرالبڌ نظر ايندي آهي پر در اصل هوندي ڪانهي. انهيءَ ڪري جوتشي سندن جنم ڪنڊليءَ کي ڏسي سندن پرالبڌ جو صحيح اندازو نه لڳائي سگهندا. وڌيڪ فرمايائون ته جڏهن منهنجي ٽنگ جي هڏي ڀڳي ته اها پنجن سالن جي تڪليف هئي پر بابا جي مهاراج جن پنجن مهنن ۾ ڀوڳائي معاف ڪئي. جڏهن چوٽ لڳي ته ڊاڪٽرن کي منهنجي بچڻ جي اُميد به ڪونه هئي ۽ جڏهن انهيءَ حالت جي باري ۾ بابا جن کي تار رستي سوچنا موڪلي وئي ته هنن پنهنجي انتر درشٽيءَ سان ڏسي فرمايو ته ويندو ڪونه. الي ڪيترن ستسنگين اهڙا ورتانت ٻڌايا ته ڪيئن ستگورن سنساري ڪمن ۾ به سنگت واري سندن سهائتا ڪئي. ستگورن فرمايو ته هڪ ڀيري بابا جن منهنجي ڳوٺ مهمان سنگهه والا آيا. پنهنجي ڪمري

## ٢٩ اپريل

اڄ اپريل جو ماهوار ستسنگ هو جنهن ۾ گورو ارجن ديو مهاراج جن جو شبد، "ٻرکي هيٺ سڀ جنت اڪٺي" ڳايو ويو. هن شبد ۾ ڪرمن جي فلاسافيءَ تي روشني وڌي ويئي آهي. سردار گلاب سنگهه فرمايو ته اها انسان جي ٻي عقلي آهي جو هو پنهنجي اعمالن ڏانهن ڌيان نٿو ڏئي ۽ سوچي ٿو ته ’ٻه جڳ مٺا اڳلا ڪن ڀنا.‘

ڀڳوان گيتا ۾ لکيو آهي ته سؤ ڪلپ ڀلي گذري وڃن پر ڪرم جو ڦل ضرور ڀوڳڻو پوندو. هڪ چوڪڙي جڳ برابر آهي چئن جڳن جي ۽ ٩٩٨ چوڪڙي جڳ برابر آهن هڪ ڪلپ جي. ستگورن فرمايو ته سنسڪارن جي ڪارڻ انسان جي ٻڌي ڀرشٽ ٿئي ٿي. جڏهن ڀيشم پتا مهه انت سمي تيرن جي سيجا تي ليٽي گيان جون ڳالهيون ڪري رهيو هو ته دروپديءَ کلي ڏنو. ڀيشم پتامهه جڏهن انهيءَ جو سبب پڇيس ته چيائين ته جڏهن دريوڌن جي سڀا ۾ منهنجي ساڙهي ٿي لاٿائون توهان ڪجهه ڪونه. انهيءَ مهل اوهانجو گيان ڪيڏانهن ويو هو؟

ڀيشم پتا مهه وراڻيو، "پتري! دريوڌن جو ان کائي منهنجي ٻڌي ڀرشٽ ٿي چڪي هئي" اهڙي طرح جڏهن ٻن ڪرمن جو چڪر اچي ٿو ته پوءِ انسان وويڪ جي آواز کي نٿو ٻڌي ۽ من جي وَهڪ ۾ وَهي ٿو وڃي. ڪرمن جو ڦل ته اوتارن کي به ڀوڳڻو پوندو. رامائڻ ۾ لکيل آهي،

"سيتا رام ڪيا ڪان جوگو،
ڪرم ڀرڌان ڪهين سڀ لوگو."

سردار گلاب سنگهه ٻڌايو ته راجا ڀوڄ جوتشين کان پڇيو ته مون پنهنجي پورب جنم ۾ ڪهڙو شڀ ڪرم ڪيو هو جنهن

هنگي ڪلندو ڏسي مليءَ چيو ته ڏس منهنجي هڪ ڦيٿي سان
هي ڪيترو نه بهتر ٿيو آهي. مونکي پڪ آهي ته هي بلڪل
اوئين ٿي پوندو.

مليءَ جي وڃڻ کانپوءِ مون پنهنجي ڪڪي کان پڇيو ته
ڦيٿي مان ڪجهه آرام سمجهين ٿو؟ ڇوڪري جواب ڏنو،
"هاڻي ته مونکي پڪو آرام مليو ويو."

مون پڇيو مانس، "سو ڪيئن؟" ڇوڪري اُلر ڏنو،
ويهه سال ٿيا ته مون لو وٽ ٻه هزار روپيه امانت رکيا هئا.
مان لڙائيءَ ۾ مارجي ويس. اها امانت وصول ڪرڻ لاءِ مان
لهنجو پٽ ٿي آيس. مون جيڪي لوکي لهڻو سو ورتو،
صرف اياڻي روپيه رهيل هئا جي لو هيبنٽر ملان کي ڏنا.
منهنجي زال اها ساڳي گهوڙي آهي جيڪا مونکي زبردستيءَ
دشمن جي فوج ۾ گهلي وئي هئي ۽ اُتي منهنجو موت
آندائين. انهيءَ جو بدلو وٺڻ لاءِ مان هنگي ساري عمر جو
ڏهاڳ ڏئي ٿو وڃان."

"دوستو! هاڻي توهين سوچيو ته مري ويو سپاهي
شير سنگهه ۽ روئي پيئي گهوڙي. ڀلا مان افسوس ڪريان
ته ڪنهنجو؟ سپاهيءَ جو يا گهوڙيءَ جو؟ توهين آرام سان
پرچن ورنايو."

سو هي ڪٽنب قبيلو ۽ مت مائٽ سڀ ڪرمن جي اُوسار
ٿين ٿا ۽ جيئن جيئن سندن لهڻو ڏيڻو پورو ٿيندو ٿو وڃي
ايئن ليئن هو ڪوچ ڪندا ٿا وڃن ۽ سنبنڌ ختم ٿيندا
ٿا وڃن.

حضورجن فرمايو ڪيو آهي ته هر بدر لي موڙن رکندا.
اهو سندن صحت جي خيال کان نهايت ضروري آهي. بلڪ
هن کان اڳيئي هٿ ڪيندو هو. اج بدر آهي ۽ حضورجن
آرام ڪري رهيا آهن.

هيئيون شبد رس ڏيندو پر مٿي نه چڪيندو. جهڙي طرح
گانءِ کي پلي کولي ڇڏجي پر جي سندس وڇڙو ٻڌو پيو
هوندو ته هوءِ ڪيڏانهن به نه ويندي ڇاڪاڻ ته وڇڙي ۾
هنجو موهه آهي. اهڙي طرح جيستائين من دنيوي سازو سامان
۽ رشتيدارن جي موهه ۾ ڦاٿو پيو آهي تيستائين شبد ان کي
مٿي ڪيئن کڻندو؟

انهيءَ ليڊيءَ عرض ڪيو ته جڏهن صبوح جو مان نڪ
مان اٿندي آهيان ته من اداس هوندو آهي. مون ته پنهنجي
خيال مطابق ڇيو مانس ته اهو شايد شرير ڪمزوريءَ ڪري
هوندو. پر حضورجن بلڪل معقول ڪارڻ ٻڌايو ته سنساري
ماڻهن کي جڏهن صبوح جو جاڳ ايندي آهي ته پنهنجي
پنهنجي رغبت ۽ صحبت انوسارهنن جو من ڪنهن نه ڪنهن
پدارٿ يا پرائيءَ جي ڌيان ۾ مگن ٿي ويندو آهي پر ڇاڪاڻ
ته تنهنجو من اهڙيءَ طرح سنساري ٻندنن ۾ اٽڪيل ڪونهي
انهيءَ ڪري توکي اداسي محسوس ٿئي ٿي. جيئن جيئن
ابياس ذريعي شبد ۽ گوروءَ سان پريت وڌندي ويندي
تيئن تيئن اداسي گهٽجي ويندي.

شام جو گورو رامداس صاحب جن جي باڻي،
”نام ملي من ترپتئي،
بن نامي ڌرگ جيواس.“

ڪڍي وئي. ڏسو گورو صاحبن جي دل ۾ نام جي لاءِ
ڪيڏي نه زبردست اُڪير آهي! اسين ته هن سنسار جي
موهه ممتا ۾ بلڪل ڦاٿا پيا آهيون. اڄ امرتسر جي هڪ
ستسنگيءَ شڪايت ڪئي ته منهنجو پٽ منهنجي آکيا ۾ نٿو
هلي. حضورجن جواب ڏنس، ”پائي! تون ان جي پرواهه نه
ڪر. هي دنيا جا رشتا ناتا دوکو آهن ۽ صرف لين ڏين
جي ڪارڻ آهن. سو جڏهن لهڻو ڏيڻو ختم ٿيو ته پوءِ ڇاجو

اندروان، پنج ڪرم اندريون ۽ چار انتهڪرڻ يعني من،
ٻڌي، چت ۽ اهنڪار. اهي چوڏهن ئي انسان جا دشمن آهن.
اهي انسان کان ڪڪرم ڪرائي وري ڌرمراڄ جي درٻار ۾
سندس ئي برخلاف شاهدي ڏين ٿا. انهيءَ نقطي جو ذڪر
گرنٿ صاحب ۽ مولانا روم جي مثنويءَ ۾ ٿيل آهي. هن
دنيا ۾ جتي جيو جو کاڄ جيو آهي اتي اهنسا نه ته ٻيو ڇا
هوندو! اناج، ٻوٽن، جانورن ۾، مطلب ته سڀ ۾ آتما آهي.
اڄ ڪلهه حضورجن جي طبيعت ٺيڪ نٿي رهي. ڪمزوري
محسوس ڪن ٿا ۽ فرمايائون ته توهين ٻاهران ڏسي چوندا
هوندا ته مان تندرست آهيان پر منهنجي اندر هاڻي طاقت نه
رهي آهي. اهو ٻڌي اسين سڀ ڏاڍو ڏکي ۽ وياڪل
ٿياسين.

## ۲۴ اپريل

ستسنگ ۾ ستگورن فرمايو ته حضرت بايزيد بسطامي
جڏهن ٻچن ۾ وهندو هو ته وجد ۾ اچي چوندو هو، ”مان
خدا آهيان.“ اهو ٻڌي مولوي ۽ ٻيا شريعت جا پابند ناراض
ٿيندا هئا ۽ جڏهن هوش ۾ آيو ته انهيءَ ڳالهه ڏانهن ڇڪايائون
ته بايزيد بسطامي چيو ته اڳتي جڏهن اهڙو گفتو منهنجي
زبان مان ٻڌو ته جيڪا سزا ڪپيو سان مون کي ڏجو. وري
جڏهن وجد ۾ اچي چيائين ته مان خدا آهيان ته انهن مريدن
چاڪن ۽ ڇرين سان مٿس وار ڪيو، ڪنهن گردن تي،
ڪنهن هٿ تي ته ڪنهن شرير جي ٻئي حصي تي. سڀ
ڇرهئي جڏهن حضرت ٻچن مان آيو ته ڇا ڏسي ته جنهن به
مريد سندس شرير جي جنهن حصي تي وار ڪيو هو انهيءَ
مريد جو اهو حصو زخمي هو.

## ۲۶ اپريل

اڄ حضورجن ۱۲۹ ڄڻن کي نام ڏنو جن مان اٽڪل ۲۹

مان لڪرندڙ پرڪاش سڄي پنڊال کي روشن ڪري رهيو
هو. اهو نظارو ڏسي مهنجي من مان سڀ موهه لڪري
ويو.

حضورجن فرمايو ته هاڻي ستسنگ شروع ٿيڻ وارو آهي
تنهنڪري توهان واپس وڃو. اهي جملا مان سمجهي نه سگهيس ته "ڪهڙو ستسنگ؟"
ملونت سنگهه ٻڌايو ته هن ديو سماجيءَ اڳ به حضورجن جو
درشن ڪونه ڪيو هو پر جيڪي هن ڏٺو ان مان پتو پيو ته نهايت ئي سچي
حضورجن مان لهڪي لي آيا.

## ١٥ اپريل

اڄ شام جو ستسنگ ڪندي ستگورن فرمايو ته هاڻي جو
مطلب آهي مالڪ جي رضا ۾ راضي رهڻ. ڏک سک،
غريبي اميري شڪر ڪري برداشت ڪجي ڇاڪاڻ ته ستگورو
سڀني ۾ مان ڪندو ڪري ڀوڳائي ٿو. پوءِ باباجي مهاراڄ
جي وقت جي هڪ ڳالهه ٻڌايائون ته هڪ شيواداريءَ کي
ڏاڍي اچي سخت سور ٿيو. ستسنگين باباجن کي دعا گهر
لاءِ گهڻيئي عرض ڪيا پر باباجن هڪ نه ٻڌي. آخر
جڏهن هڪ پريمي ستسنگيءَ اچي آگرهه ڪيو ته باباجن
فرمايو ته انهيءَ مائيءَ اڳئين جنم ۾ لالچ وس ٿي هڪ بالڪ
جو سونو زيور لاهي کيس ماري ڇڏيو هو. انهيءَ جو بدلو
وٺڻ لاءِ اهو ڇوڪرو ڪيڙو ٿي سندس ڏاڍ ۾ وڃي حساب
پيو چڪائي. انهيءَ ڪان وڌيڪ ٻي گرو ڪهڙي دعا ڪري،
حساب سان ته هن کي هن مائيءَ جي جان وٺڻي هئي.

## ٢٣ اپريل

اڄ صبح جو حضورجن هڪ يورپين ليڊيءَ کي نام
ڏنو. پوءِ نيپال ڏني ۽ شام جو "جگ ۾ گهور انڌيارا ڀاري"
شبد جو ستسنگ ڪيائون. ستگورن فرمايو ته پنج گيان

الي موجود آهي. سڄي رات چڪر هڻيائين پر هڪ به گهڙي
اڪيلي نظر نه آيس. اهڙي طرح پورو گورو پنهنجي هرهڪ
شيوڪ سان سدائين سنگ رهي ٿو. مڪتي حاصل ڪرڻ لاءِ
صرف نام ۽ گورو انهن ٻن جي ضرورت آهي. ڪبير صاحب
جن به فرمايو آهي،

”ڪبير سيوا ڪو دونو ڀلي اڪ سنت اڪ رام،
رام جو داتا مڪت ڪا سنت جپاوي نام.“

## ١٤ اپريل

اڄ حضوري پاٺيءَ مان، ”سرت سنگ ستگورو ڏووت من ڪر“
شبد ڪميو ويو. حضور جن فرمايو ته سنت درشٽيءَ ذريعي،
مٿي تي هٿ رکي يا وچن دوارن جيو تي ديا ڪري سگهن
ٿا. پوءِ سردار بلونت سنگهه راولپنڊيءَ واري هيءَ واردا
ستسنگ ۾ ٻڌائي. هڪ شخص ۽ هن جي استريءَ پنهنجي
پٽ کان جو ديو سماجي هو، لڪ چوريءَ حضور جن کان نام
ورتو. ڪجهه وقت پڇاڻان هو ٻئي گذاري ويا. ڪين هڪ پوٽو
هو جو به ڪاڻ پوءِ گذاري ويو. قدرتي چوڪري جي ٿيءَ
ديو سماجيءَ کي ڏاڍو ڏک ٿيو. هڪ ڏينهن هو مون (سردار
بلونت سنگهه) وٽ آيو ۽ ٻڌائين ته رات مون هڪڙو عجيب
خواب ڏٺو. سپني ۾ ڇا ٿو ڏسان ته هڪ گهاٽي جهنگل ۾ پٽ
جي وڇوڙي ۾ وياڪل ٿي وڻ ٽڻ کان پيو پڇان ته توهان
منهنجو پٽ ڏٺو. ڦرندي ڦرندي هڪڙو ميدان نظر آيو جتي
هڪ وڏو پنڊال ٺهي رهيو هو. اتي ڪجهه ماڻهو موجود هئا
جن چيو ته ٿورو ترس، حضور مهاراج جن ستسنگ واسطي
اچڻا آهن. واقعي ٿي ٿوري دير ۾ حضور جن آيا ۽ منهنجو نالو
وٺي فرمايائون ”........ سنگهه، مون ڏانهن نهار.“ جڏهن
اکيون مٿي کنيم ته ڇا ٿو ڏسان ته داتا جن جي هٿن مان
ٻاليءَ جهڙي تيز روشني نڪري رهي آهي ۽ سندن نيترن

شروع ٿي مقام حق تائين مڪمل ٿئي ٿو. اهڙا فقير گوشت شراب
وغيره کان پرهيز ڪندا آهن پر ٿيندا ڪمياب آهن.

## ١٦ اپريل

اڄ منجهند جو حضور جن ڪڻڪ جي فصل جي ڪٽائي
ڪرائڻ واسطي ويا. مان ۽ نپال ڪٺي قريب ٥ بجي حاضر
ٿيس هڪ ستسنگيءَ شڪايت ڪئي ته من ايڪاگر نٿو ٿئي
حالانڪ مان ڪوشش ڪافي ڪريان ٿو. حضور جن فرمايو ته
من ايڪاگر ٿئي به ڪيئن؟ اِي شادي جو ڪري ويٺو آهين!
وڌيڪ فرمايائون ته ڪنهن جي موت تي روئڻ واهگوروءَ
جي حڪم جي خلاف آهي. گورو امرداس صاحب جن جي
"سند" ۾ به اهڙي هدايت ڪيل آهي ۽ ڪبير صاحب به
فرمايو آهي:

"سنت مري ڪيا روئيئي جو اپني گهر جاءِ،
روويو ساڪت بپڙي جو هاٽون هاٽ بڪاءِ."

رات جو اٽڪل ١١ بجي سردار پرڪت سنگهه ۽ مسز اهلوواليه
جلندر مان حضور جن جي درشن لاءِ آيا. ستگورو ١٢ بجي
تائين هتن کي وقت ڏنو ۽ پنهنجي سڀني ڏينهن جي ٿڪاوٽ
جو ڪو به خيال نه ڪيائون. لطف ته اهو آهي ته امرت ويلي
نت نيم پڄن کي به ٽائيم ڏيندا رهن ٿا.

## ١٣ اپريل

اڄ شام جو وِساکيءَ جو ستسنگ ساڍي ٽين بجي شروع ٿيو.
مارو راڳ ۾ "ڪام ڪروڌ پر هر پر نندا" ڪيو ويو. هن
شبد ۾ جگياسوءَ کي پنجن ڪام، ڪروڌ، لالچ، موهه ۽ نندا
ڇڏڻ جي هدايت ڪئي وئي آهي انهيءَ لاءِ ته هو اندروني
روحاني سفر لاءِ لائق بڻجي. "پرم ڪا سنگل تورڙ" جو ارٿ
آهي من ۽ سرت کي شو نيترِ ۾ ايڪاگر ڪرڻ ڇاڪاڻ ته اُئين

